# عيدين جا فضائل ۽ مسائل

تصنيف لطيف

پيرِ طريقت رهبرِ شريعت مفسرِ قُرآن
مبلغِ اسلام حضرت علامه مولانا الحاج

**محمد ادريس ڏاهري** (بُلبُلِ مدينه)

قَدْ أَفْلَحَ مَنْ تَزَكّٰى وَذَكَرَ اسْمَ رَبِّهٖ فَصَلّٰى

تحقيق ڪامياب ٿيو اهو شخص جيڪو پاڪ صاف ٿيو ۽ پنهنجي رب جو نالو ياد ڪيائين پوءِ نماز پڙهيائين

# عيدين جا فضائل ۽ مسائل




**تصنيف لطيف**

پير طريقت رهبر شريعت، مفسر قرآن، مبلغ الاسلام

حضرت علامه مولانا الحاج

**محمد ادريس ڏاهري** (بلبل مدينه)





**ناشر:**

اداره خدمة القرآن والسنة مدرسه جامعه محمديه شاهپور

جهانيان ضلع نوابشاهه سنڌ.

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | عيدين جا فضائل ۽ مسائل |
| تصنيف، لطيف | : | پير طريقت رهبر شريعت، مفسر قرآن، مبلغ الاسلام حضرت علامہ مولانا الحاج محمد ادريس ڏاهري (بلبل مدينہ) |
| ڇاپو | : | پهريون- 200[illegible]ع |
| تعداد | : | 1000 هزار |
| ڪمپوزنگ | : | منظور احمد جوٽيجو شاهد شاهہ |

(الرزاق ڪمپوزنگ سينٽر رابعہ اسڪوائر حيدرآباد. 022-2787839)

| | | |
|---|---|---|
| ڇپائيندڙ | : | اداره خدمة القرآن والسنة مدرسہ جامعہ محمديہ شاهپور جهانيان ضلع نوابشاهہ سنڌ. |

هديہ =/50 روپيا

ڇپيندڙ: نيوگرين پرنٽرس صدر حيدرآباد
022-2784848

# فهرست

# انتساب

آءِ هن ڪتاب جو انتساب پنهنجي استاد، استاد المشائخ والعلماء حضرت علامہ قبلا مولانا الحاج محمد اڪتڙائي عليہ الرحمۃ جن ڏانهن ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيو آهيان، جن مون کي سڳي پيءُ وانگر پيار ڏئي پڙهايو۔

اللهم اغفرلہ وارحمه رحمۃ واسعۃ

الفقير

**محمد ادريس ڏاهري عفي عنه**

سرپرست اعليٰ: مدرسہ جامعہ محمديہ شاهپور

جهانيان ضلع نوابشاهہ سنڌ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

تقريظ نمبر1

## از پير روشن ضمير قبلہ خليل احمد جان نقشبندي اشرفي ازهري دامت برڪاته

نحمده ونصلي علی رسوله الڪريم

اسلام هڪ همہ گير دين آهي، جنهن انساني زندگيءَ جي هر شعبہ ڪي سنواريو آهي. جڏهن تہ انسان جي زندگيءَ ۾ غم ۽ خوشي جا موقعا واري واري سان ايندا رهن ٿا. انهيءَ جي لاءِ بہ اسلام اسان کي سيکاريو آهي تہ غم ڪيئن ملهايو ۽ خوشي ڪيئن ملهايو.

هونءَ تہ الله سبحانه و تعالیٰ خوشين جا ڪيترائي موقعا اسان کي عطا فرمايا آهن. ليڪن انهن مان ٻن عيدن جي خوشيءَ جا عظيم موقعا عطا فرمايا آهن.

سيدنا انس رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي تہ حضور پر نور صلی الله عليه وآله وسلم جن جڏهن مدينہ منوره (زادها الله تعالیٰ شرفا و تعظيما) ۾ جلوه افروز ٿيا. ڏٺائون تہ مديني پاڪ جا رهاڪو ٻن مخصوص ڏينهن ۾ خوشيون ڪري رهيا آهن. جنهن تي پاڻ سڳورن صلی الله عليه وآله وسلم جن انهن ٻن ڏينهن جي متعلق خبر ورتي. هُنن عرض ڪيو تہ اسان جاهليت جي زماني ۾ بہ انهن ڏينهن ۾ خوشي ملهائيندا هئاسين. يعني پراڻي زماني کان وٺي ملهائيندا اچون ٿا. پوءِ نبي اڪرم نور مجسم شفيع اعظم صلی الله عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو:

”اِنَّ اللّٰهَ قَدۡ اَبۡدَلَكُمۡ بِهِمَا خَيۡرًا مِّنۡهُ.

يَوۡمَ الۡاَضۡحٰى وَيَوۡمَ الۡفِطۡرِ“ (رواه ابو دائود)

يعني: بيشڪ الله تعالى انهن جي بدلي ۾ توهان کي ٻه ڏينهن ٻيا انهن کان ڀلا عطا فرمايا آهن. (هڪ) اضحىٰ جو ڏينهن (ٻيو) فطر جو ڏينهن- يعني عيدالاضحىٰ ۽ عيدالفطر.

حقيقت ۾ اهي ٻئي ڏينهن اسلام جا شعار آهن. انهن جي عزت الله جل شانه وٽ وڏي آهي. انهن ڏينهن ۾ ڪي مخصوص عمل آهن جن سان باري تعالىٰ جل و علا جو قرب حاصل ٿئي ٿو. مثلاً: عيد نماز، صدقهء فطر، قرباني، تڪبيرات، خطبه، دعا ۽ ٻيون عبادتون انهن مان بعض واجب آهن ۽ بعض سنت ۽ مستحب لازم آهي ته انهن کي اهڙي طرح ادا ڪجي جو ماڻهو ذمي کان بري ٿئي ۽ ثواب جو مستحق به ٿئي سو تڏهن ئي ٿي سگهي ٿو جڏهن انهن جو صحيح علم رکي ۽ عمل ڪري.

هونءَ ته اهي علمي مسائل عربي، فارسي ۽ اردوءَ جي مبسوط ڪتابن ۾ ڦهليل آهن جو انهن کي ڳولڻ ۽ پڙهڻ ۾ عام سنڌي ماڻهوءَ لاءِ قدري مشڪل آهي. تنهن ڪري پنهنجي سنڌي سباجهي ٻوليءَ ۾ اهڙي ڪتاب جي ضرورت هئي جنهن ۾ ٻنهي عيدن جا مسائل فقه حنفي جي مطابق درج هجن.

الحمدلله: ان موضوع جي متعلق اڳئين دور ۾ سنڌي علماءِ ڪرام سنو ڪم ڪيو آهي. ليڪن اسان جي دور ۾ جيتري قدر ضرورت هئي اها اسانجي مفسر قرآن صاحب التقرير والتحرير پير طريقت حضرت علامه الحاج محمد ادريس نقشبندي ڏاهري صاحب طَوَّلَ اللهُ عُمْرَهُ وَادَامَ بَرَڪَاتِهِ جن هي ڪتاب "عيدين جا فضائل ۽ مسائل" لکي پوري فرمائي آهي ۽ سنڌ واسين تي عام احسان فرمايو آهي.

پاڻ هن وقت تائين ڪيترائي ڪتاب تصنيف، تاليف ۽ ترجمه ڪري چڪا آهن. رات جو وعظ جون محفلون ڪن، ڏينهن جو سفر ڪن، پوءِ به زندگي جي ضروريات، اهل و اولاد

جي تربيت، رشتيدارن سان صلہ رحمي، برادريءَ جا فيصلا، دوستن سان ڪچھريون ڪرڻ، اجا بہ وڌيڪ تہ بہ تي مدرسا هلائڻ سان گڏوگڏ وقت ڪڍي نَوَن (9) جلدن ۾ قرآن مجيد جو تفسير، ڇھن جلدن ۾ سوانح حيات خلفاءِ راشدين رضوان الله عليهم اجمعين، شرح قصيده برده ۽ ڪئين اهڙن سنهڙن مسئلن تي ڪتاب لکڻ حقيقت ۾ هي تائيد قدسي ۽ سندن ڪرامت آهي. الله تبارڪ و تعالىٰ کين خضري حياتي، صحت سالم عطا فرمائي سندن علم، عمل، اخلاق ۾ ترقي ۽ قلم ۾ قوت عطا فرمائي. اولاد کي صالح ۽ سندن نقش قدم تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي. (آمين)

الفقير خليل احمد جان
الاشرفي الازهري
درگاھ عاليہ ويهڙ شريف
ضلع دادو.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## تقريظ نمبر2

### از حضرت علامه و مولانا محمد شريف سرڪي دامت عنايته

سڀ تعريف رب العالمين وحده لاشريڪ لهٗ جي لاءِ جنهن پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان ساري مخلوقات لاءِ آسمان ۾ سج چنڊ ستارا روشن فرمايا زمين کي اناج ميوا دريا سمنڊ ۽ معدني ذخائر سان مالا مال فرمايو.

خاتم النبين رحمة للعالمين سيدنا و نبينا وشفيعنا وحبيبنا و مولانا محمد صلى الله عليه وآله وسلم جي ذات مبارڪ تي ڪروڙين صلواتون ۽ سلام هجن جن جي نور مبارڪ سان سڀيئي جهان روشن ٿيا آهن. بنده حقير و ڪمترين عرض ڪري ٿو ته مفسر قرآن سفير اسلام صاحب علم و عرفان داعي وحدت رب ذوالجلال حامي حب رسالت مآب استاد العلماء شيخ الاسلام حضرت علامه الحاج محمد ادريس ڏاهري دامت برڪاته العاليه جو تاليف شده ڪتاب (عيدين جا فضائل ۽ مسائل) غور سان پڙهڻ جي سعادت حاصل ڪيم. مصنف موصوف سنڌي زبان ۾ دين متين جي جيڪا خدمت ڪري رهيو آهي جنهن ۾ قرآن پاڪ جو مڪمل تفسير، ميلاد مصطفيٰ صلى الله عليه وآله وسلم. سيرت صحابه رضي الله عنهم، فضائل اهلبيت اطهار ۽ ٻين مختلف عنوانات ۽ موضوعات تي مشتمل ڪيترن ئي ڪتابن کي سنڌي زبان ۾ تصنيف ڪري سنڌ جي اهل علم ۽ دانشور طبقه تي عظيم احسان ڪيو آهي. زير نظر ڪتاب (عيدين جا مسائل ۽ فضائل) سنڌي زبان ۾ دين اسلام جي خدمت ۾ پاڪيزه اضافو آهي.

علامہ ڏاھري صاحب جي ديني ۽ ملي خدمات جي بيش بها ذخيرن کي وڌيڪ اجاگر ڪرڻ لاءِ موصوف جي تصنيفات کي سرڪاري ادارن لائبريرين، ديني مدارس جي ڪتب خانن، نياڻين کي ڏاجن ۾ ڏيڻ، هڪ ٻئي کي تحفہ ڏيڻ لاءِ اهل علم ۽ اهل ثروت حضرات مددگار ٿين.

چو تہ هي عمل صدقہ جاريہ جي برابر آهي. علامہ ڏاهري صاحب جن عالمي سطح تي عربي زبان کان ٻي نمبر تي سنڌي زبان جي برتري، تسليم ڪرائڻ جو حق ادا ڪيو آهي جنهن لاءِ پوري سنڌ جو عوام خصوصاً علماءَ، فضلاءَ، طلباءَ، دانشور، وڪلاءَ غرض تہ سمورو پڙهيل لکيل طبقہ علامہ ڏاهري جو احسان مند آهي دعا آهي تہ خداوند تبارڪ و تعالىٰ هن گوهر گرانمايه جي صحت ۽ زندگي فيض ۽ علم لدني ۾ هزارين برڪتون عطا فرمائي سندن جي رفيقن معاونين ۽ سرپرستي ڪندڙن جي دين، ايمان، رزق، عزت، صحت، نيڪ اعمال ۾ خير ۽ برڪت جو اضافو فرمائي. (آمين)

باري تعالىٰ عزاسمہ، ساڻن گڏ سندس والدين، اساتذه ۽ مشائخ ڪرام کي مغفرت، رحمت ۽ برڪت سان نوازي (آمين)

ڪمترين

**محمد شريف سرڪي**

مهتمم جامعہ بحرالعلوم حميديہ نل شريف

ضلع جيڪب آباد

17-7-08

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

تقريظ نمبر3

از فاضل جليل حضرت **مولانا شفيق احمد صاحب**
قادري مدظلہ العالي

الحمدلله رب العالمين والعاقبتہ للمتقين والصلواة والسلام على خير خلقه سيدنا محمد وآله و اصحابه اجمعين اما بعدُ

اهلسنت سنڌ جو محسن عاشق رسول صلى الله عليہ وسلم عارف با لله حضرت پير طريقت بلبل باغ رسالت شهباز خطابت شيرين زبان مفسر قرآن علامہ الحاج سائين محمد ادريس ڏاهري بلبل مدينہ دامت برڪاتهم جن جو تصنيف ڪيل ڪتاب مستطاب جيڪو عيدين جي فضيلت ۽ برڪت ۽ مسئلن تي مشتمل هڪ بي مثال ڪتاب آهي جي ائين چئجي تہ سنڌي زبان جي تاريخ ۾ هن موضوع تي هي پهريون جامع ۽ مڪمل ڪتاب آهي. جنهن جي لکڻ جي سعادت الله رب العزت علامہ حاجي صاحب جن کي فرمائي تہ بہ مبالغو ناهي. قبلہ حاجي صاحب جن تي الله رب العزت جون اڻ ڳڻ نعمتون ۽ عطائون آهن. پاڻ هڪ بي مثال خطيب مايہ ناز اديب ۽ بي بدل مصنف آهن. حاجي صاحب جن جو تصنيف ۽ تاليف جي ذريعي اهلسنت تي تمام وڏو احسان آهي جنهن جو بدلو ۽ اجر رب ڪريم عطا فرمائيندو خصوصاً سندن جو لکيل سنڌي زبان ۾ قرآن پاڪ جو تفسير جيڪو اهل سنڌ اهلسنت تي هڪ وڏو ٿورو آهي.

پاڻ عقيده اهلسنت جي تحفظ لاءِ وڏي جدوجهد فرمائي اٿئون. پاڻ تقرير ۽ تحرير ۾ جيڪا نمائندگي ڪن ٿا ۽ ڪڏهن بہ پنهنجي عقائد جي معاملي ۾ مصلحت پسنديءَ جو شڪار نہ

ٿا ٿين. پنهنجي عقيدي کي قرآن ۽ حديث صحابہ، اهلبيت ۽ سلف صالحين جي تعليمات جي روشني ۾ تقرير ۽ تحرير ۾ واضح ڪن ٿا توڙي جو ان راھ ۾ ڪين اغوا ۽ تشدد مالي ۽ جاني خساري کي بہ برداشت ڪرڻو پيو آهي. نبي ڪريم صلی الله عليه وآله وسلم سان بي لوث محبت واري وابستگي ايمان جو دليل آهي. حضرت حاجي صاحب جن جي قول ۽ فعل مان محبت رسول نمايان آهي. سن 2000ع ۾ خوشنصيبي سان جڏهن مون مسڪين کي مدينہ عاليہ جي پهرين حاضري نصيب ٿي تہ هڪ رات عشاءَ نماز ڪانپوءِ بارگاھ محبوب ڪريم صلی الله عليه وآله وسلم ۾ صلوات و سلام عرض ڪرڻ لاءِ حاضر ٿياسون مواجه شريف ڪان سلام عرض ڪري جڏهن دروازي ڪان نڪرڻ لڳاسون تہ منهنجي ساٿي محمد آصف ٻڌايو تہ پٺيان حاجي صاحب جن بہ اچن ٿا. مون جڏهن ڏٺو تہ سائين مواجه شريف جي ويجهو اچڻ وارا هئا ان وقت سندن جي مٿان جيڪا ڪيفيت طاري هئي اها سچن عاشقن ۽ حقيقي محبت وارن کي ئي حاصل ٿيندي آهي اسان ٻاهر انتظار ۾ ويهي رهياسون جڏهن سلام عرض ڪري ٻاهر نڪتا وري مسجد نبوي ۾ اچي منهنجي والد گرامي علامہ مفتي نصر الله قادري رحمت الله عليه جي لاءِ خصوصي دعا فرمايائون ۽ پوءِ تقريباً ڏھ ڏينهن اسان کي حاجي صاحب جن سان رهڻ جو اتفاق رهيو. جيڪا ڳالھ هن عاشق صادق لاءِ محبوب ڪريم حضرت محمد صلی الله عليھ وآلھ وسلم جي محبت جي صدقي عرب شريف ۾ اسان کي نظر آئي تہ جهڙي طرح الله رب العزت انهن کي پنهنجي سرزمين تي ماڻهن جي دلين ۾ محبت۽عزت ڏني آهي. مدينہ عاليہ ۽ مڪہ مڪرمہ ۽ جده شريف ۾ بہ سندن لاءِ اهڙي محبت نظر آئي روزانہ ظهر جي نماز ڪانپوءِ مدينہ پاڪ جي منڙن ماڻهن مان ڪنهن نہ ڪنهن جي دعوت

ضرور هوندي هئي. اهي پنهنجي گاڏي ڪاهي اچي انتظار ڪندا هئا اهڙي طرح عصر ۽ عشاء ڪان بعد به اهو سلسلو جاري رهندو هيو. حاجي صاحب جي برڪت سان اسان کي مدينه عاليه جي مختلف پاڙن ۽ علائقن ۾ باغن گهمڻ ۽ زيارتن ڪرڻ جي سعادت نصيب ٿي اهڙي طرح مڪي پاڪ ۽ جده شريف ۾ به سندن جي محبين جو حلقو وسيع آهي.

اهو سڀ صدقو سندن جو محبوب ڪريم حضرت محمد صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ذات سان بي لوث محبت ۽ دين متين جي خدمت جو آهي. حضرت حاجي صاحب جن پنهنجي مرشد ڪامل حضرت خواجه الله بخش غفاري عليه الرحمة المعروف به سجڻ سائين ۽ قبله سجڻ سائين جن جي طرفان مجاز بيعت پڻ آهن ۽ نقشبندي سلسلي جي مطابق ذڪر اذڪار جا پابند صاحب دل زنده آهن. سندن جي دل به سندن زبان وانگر الله جي ذڪر سان مصروف ۽ منور رهي ٿي مقصد اهو آهي ته حاجي صاحب جن هن دور ۾ هڪ جامع الصفات شخصيت آهن سندن جي مهمان نوازي ۽ اخلاق بهترين آهي الحمدلله سندن جو ديني ادارو جامعه محمديه علم ۽ عمل جي برڪتن کي ورهائيندڙ ادارو آهي ۽ پنهنجي شهر جي جديد تعليم يافته ماڻهن کي بدعقيدگي ۽ بي ديني واري تعليم ڪان بچائڻ لاءِ سندن پبلڪ اسڪول به هڪ اهم ديني ۽ مسڪلي خدمت آهي.

الله رب العزت سندن کي صحت ۽ عافيت ۽ بندگي واري وڏي ڄمار عطا فرمائي سندن جي اولاد کي به سندن نقش قدم تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي منهنجي ۽ اسان جي مدرسي جي مٿان سائين حاجي صاحب جن جا اڻ ڳڻيا ٿورا آهن منهنجي والد گرامي سان سندن جي دوستي ۽ محبت اسان لاءِ هڪ وڏو اعزاز آهي سندبن جو حڪم هو ته آءُ سندن جي ڪتاب تي ڪجهه لکان. اها سندن جي شفقت ۽ محبت آهي آءٌ لکڻ مان

ڪجھ ڪونہ ڄاڻان جيڪو سمجھ ۾ آيو لکيو اٿم پر دل مطمئن آهي تہ جيڪو ڪجھ لکيو اٿم اهو صحيح ۽ سچ آهي نہ وڌاءُ نہ اجائي تعريف آهي مون وٽ لفظ ڪونہ آهن جو مان سندن جي شخصيت جو احاطو ڪري سيني پهلوئن کي لکي سگهان. سندن جي شخصيت تي ايترو مواد موجود آهي جو ڪئين محقق، پي ايچ ڊي ڪري سگهن ٿا.

دعاگو

**شفيق احمد قادري**

مهتمم مدرسہ غوثيہ

جيلانيہ شڪارپور

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## تقريظ نمبر4

## از حضرت مولانا حافظ عبدالرزاق صاحب (مهراڻ) سڪندري مدظلہ العالي.

اسلام هڪ فطري مذهب آهي، جيڪو انسان جي تقاضائن ۽ گهرجن پٽاندر ان کي انهن عملن جي ترغيب ۽ حڪم ڏي ٿو، جيڪي هر هڪ مسلمانن لاءِ دنيا ۽ آخرت ۾ فوز ۽ فلاح جو ذريعو بنجن ٿا.

انهن عملن کي اپنائڻ لاءِ الله تعالىٰ پنهنجي نبي عربي فداه ابي و امي (صلی الله عليه وآله وسلم) جن جي پاڪ سيرت جي پيروي ڪرڻ کي منتخب فرمايو آهي. "لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِي رَسُولِ اللهِ أُسْوَةٌ حَسَنَةٌ"

بيشڪ توهان لاءِ رسول الله (صلی الله عليه وآله وسلم) جن جي زندگي ۾ بهترين نمونو آهي. پوءِ مومن ۽ مسلمان کي گهرجي تہ ڏک ۽ سک، غم ۽ خوشي ۾ زندگي جي هر هڪ موڙ تي اتباع ۽ اطاعت رسول کي لازم ڪري وٺي.

الله تعالىٰ اسان مسلمانن کي زندگي جي بين عام خوشين سان گڏوگڏ سال ۾ بہ خاص خوشيون عيدالفطر ۽ عيدالاضحیٰ جي صورت ۾ عطا فرمايون آهن. انهن ڏينهن ۾ اگر اسوة رسول صلی الله عليہ وسلم کي اڳيان رکي عيدون ملهايون تہ دنيا ۽ آخرت ۾ ڪاميابي ماڻيون، الله تعالىٰ جي نيڪ ٻانهن اصحابن سڳورن خدا جي خوف کي اڳيان رکي سادگي سان عيدون ملهايون آهن. اميرالمومنين حضرت عمر فاروق رضي الله عنه عيد جي ڏينهن پنهنجي پٽ جي ڦاٽل قميص ڏسي روئي ڏنو. پٽ چيو تہ بابا! روئين ڇو ٿو؟

چيائين تہ اي پٽڙا! مون کي اهو انديشو آهي تہ اج عيد جو ڏينهن آهي تنهنجا دوست توکي جڏهن نئان ڪپڙا پاتل ڏسندا تہ تنهنجي دل ٽٽي پوندي. پٽ جواب ڏنو تہ دل ان جي ٽٽندي جيڪو الله تعالىٰ جي رضا کي حاصل نہ ڪري سگهيو يا ان ماءُ ۽ پيءُ جي نافرماني ڪئي هجي. مون کي اميد آهي تہ توهان جي رضامندي جي طفيل الله تعالىٰ مون کان بہ راضي ٿيندو. اهو ٻڌي حضرت عمر رضي الله عنه روئي ڏنو ۽ پنهنجي پٽ کي گلي لڳائي دعا ڪيائين. الله تعالىٰ جا نيڪ ٻانها هر ويل ان جي رضا طلبي ۾ مشغول هوندا آهن. انهن جو هر قول ۽ فعل قابل تقليد هوندو آهي. حضرت پير سائين سيد محمد راشد روزي ڌڻي رحمة الله عليه جن جي سموري زندگي اتباع رسول ۾ گذري، سفر هجي يا حضر، سردي هجي يا گرمي، تندرستي هجي يا بيماري، سنت رسول صلى الله عليه وسلم جي ادائيگي ۾ ڪڏهن بہ ڪا ڪوتاهي نہ ڪيائون.

خليفي محمد حسين ناڙي واري رحمت الله عليه چيو تہ هڪ پيري مرشد مربي حضرت پير سائين روزي ڌڻي رحمتہ الله عليه جن سان گڏ رستي سان پئي ويس، تہ ڪنهن شخص چيو تہ اج عيد جي رات آهي. تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ "عيد اها نہ آهي، اسان لاءِ عيد ان ڏينهن آهي، جنهن ڏينهن خاتمون بالخير ۽ ايمان سان ٿئي.

لَيۡسَ الۡعِيۡدُ لِمَن لَبِسَ الۡجَدِيۡدُ
اِنَّمَا الۡعِيۡدُ لِمَن خَافَ الۡوَعِيۡدُ

عيد ان جي نہ آهي جنهن نوان ڪپڙا ڍڪيا، (در حقيقت) عيد ان لاءِ آهي، جيڪو خدا جي عذاب کان ڊنو.

دؤر حاضر ۾ اسلامي لٽريچر جي حوالي سان سنڌ جي عالمن کي جيترو مواد ڏيڻ کپندو هو، اوترو پيش نہ ڪري

سگهيا آهن. الاما شآءَ الله. ۽ "اجا ڪي آهين ڪل جڳ سوڏا ڪاپڙي" جي بمصداق.

اسان جي ممدوح حضرت علامہ الحاج محمد ادريس ڏاهري صاحب (بلبل مدينہ) جهڙي ريت خطابت جي ميدان ۾ پاڻ ملهايو آهي، اهڙي ريت تصنيف ۽ تاليف جي ميدان ۾ بہ گهڻو اڳيرا نظر اچن ٿا، پاڻ سنڌ واسين تي اهو عظيم احسان ڪيو اٿن، جنهن کي جيترو بيان ڪجي ٿورو آهي. اهو آهي سنڌي زبان ۾ "احسن البيان في تفسير القرآن" نالي نون ضخيم جلدن ۾ قرآن ڪريم جو تفسير. ان ڪانسواءِ پاڻ ٻيا بہ ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيا آٿن. تازو ڪتاب "عيدين جا فضائل ۽ مسائل" آهي جنهن ۾ تمام بهتر انداز سان فضائل ۽ مسائل بيان ڪيا ويا آهن، اميد تہ قارئين حضرات، حضرت صاحب جن جي انهي قلم فيض مان مستفيد ٿيندا.

آخر ۾ ڏٽيءَ در دعا آهي تہ پنهنجي حبيب ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي طفيل سائين کي صحت و عافيت سان خضري زندگي عطا فرمائي تہ جيئن سنڌ واسي سندن علمي جواهر پارن مان مستفيد ٿيندا رهن. آمين يارب العالمين بجاه سيد المرسلين صلى الله عليه وسلم و على آله واصحابه اجمعين.

دعاگووجو
فقير عبدالرزاق مهراڻ سڪندري
خطيب جامع مسجد پوليس لائين
سانگهڙ سنڌ

21 رجب المرجب 1929ھ
25جولاءِ 2008ع

# "عيد" لفظ جي لغوي ۽ اصطلاحي معنىٰ

عيد عود کان ورتل آهي. معنىٰ وري اچڻ ۽ اصطلاح ۾ هر خوشيءَ جي ڏينهن کي عيد سڏيو ويندو آهي، جيئن ڪنهن چوندڙ چيو آهي:

"عِيدٌ وَ عِيدٌ وَ عِيدٌ صِرنَ مُجْتَمِعَه"
"وَجهُ الحَبِيبِ وَ يَوْمُ العِيدِ وَ الْجُمُعَه"(1)

يعني عيد ۽ عيد ۽ عيد- (ٽي عيدون) گڏ ٿيون آهن. (1) محبوب جو منهن (مبارڪ) (2) عيد جو ڏينهن، (3) جمعه جو ڏينهن.

اسلام ۾ پهرين شوال ۽ ڏهين ذوالحج جي ٻن ڏينهن کي ان جي ڪري عيد سڏيو ويو آهي جو اهي هر سال خوشيءَ ۽ مسرت سان وري اچن ٿا.(2)

## عيد ڪڏهن واجب ٿي؟

عيد هجرت جي پهرئين سال ۾ واجب ٿي مسئلو- عيد جي نماز لاءِ عيدگاهه ۾ اچڻ وقت جنازو به ڪجهي آيو ته اول عيد نماز پڙهي پوءِ عيد جي خطبه کان پهريان جنازه جي نماز پڙهي ويندي (3).

# عيد جو حڪم

جنهن مسلمان تي جمعه جي نماز فرض آهي ان تي عيد نماز واجب آهي. امام اعظم ابو حنيفه ۽ ان جي ساٿين عليهم

---

(1) رد المحتار قدير چاپو صہ 774 جلد 1 اشعة اللمعات فارسي صہ 63 جلد 1

(2) رد المحتار صہ 774 جلد 1.

(3) ساڳيو حوالو.

الرحمة جو اهو مذهب آهي(1)

عيدون گهڻيون آهن؟

جن عيدن ۾ نماز ۽ خطبه آهي اهي ٻه آهن. (1) عيد الفطر، (2) عيد الاضحىٰ.

## عيد الفطر ڪهڙي دليل سان واجب آهي؟

1. اها عيد قرآن ڪريم جي آيت "وَلِتُكْمِلُوا الْعِدَّةَ وَلِتُكَبِّرُوا اللّٰهَ عَلٰى مَا هَدٰكُمْ (2)." (تانت تعداد پورو ڪيو ۽ جيڪا الله اوهان کي هدايت ڏني آهي ان تي الله جي وڏائي بيان ڪيو) مان ثابت آهي. هن آيت جي تفسير ۾ علامه مفتي احمد يار نعيمي عليه الرحمة لکيو آهي ته هن سان عيدالفطر جي نماز ۽ ان جي خوشي ۾ تڪبيرون هڻڻ، عبادت ڪرڻ- رمضان ۾ روزن رکڻ جي توفيق ملڻ تي مسرت جو اظهار ڪرڻ ثابت ٿئي ٿو. اها خوشي رمضان المبارڪ جي وڃڻ جي نه پر ان ۾ ڀلن ڪمن ڪرڻ جي توفيق ملڻ جي آهي.(3) علامه زبيدي عليه الرحمة لکيو آهي: ته اسين ان امر کي نماز جي تڪبيرن يا نماز تي محمول ڪيون ٿا ڪل تي جزء جو نالو رکڻ وانگر، جيئن فجر جي وقت قرآن ڪريم جي ڪجهه سورتن جي تلاوت کي "قرآن" سڏيو ويو آهي. "وَقُرْاٰنَ الْفَجْرِ" والله اعلم(4).

عيد الفطر جي وجوب جو ٻيو دليل قرآن ڪريم جي هيءَ آيت آهي "قَدْ اَفْلَحَ مَنْ تَزَكّٰى وَذَكَرَ اسْمَ رَبِّهٖ فَصَلّٰى" (بلا شڪ

(1) اعلاء السنن ص 84 جلد 8 غنية المستملي صہ 524- بد ائع الصنائع صہ 275 ج 1.

(2) سورة البقرة آيت 185.

(3) نورالعرفان ص 43

(4) نور العرفان صہ 43.

اهو شخص ڪامياب ٿيو جيڪو صاف ٿيو ۽ پنهنجي رب جو نالو ياد ڪيائين پوءِ نماز پڙهيائين) حضرت عبدالله مزني رضي الله عنه روايت آندي آهي ته حضور عليه الصلوٰة والسلام جن کان مذڪوره آيت جي متعلق پڇيو ويو ته پاڻ فرمايائون." فطره جي باري ۾ نازل ڪئي وئي آهي"(1).

معلوم ٿيو ته "تزڪىٰ" مان مراد فطره ۽ "فصلىٰ" مان مراد عيد الفطر جي نماز آهي.

## عيد الفطر جو فلسفو:

شيخ اڪبر قدس سره "ڪتاب الشريعة والحقيقة" ۾ فرمايو آهي: عيد الفطر روزن جي پوري ٿيڻ جي خوشي آهي ۽ رب جي ديدار جي دولت روزن جي ڪري نصيب ٿيندي. عيد ۾ نماز رکي وئي چو ته نمازي الله عزوجل کي مناجات سان ياد ڪندو آهي. جيئن حديث پاڪ ۾ آهي ته "لِلصَّائِمِ فَرْحَتَانِ فَرْحَةٌ عِنْدَ فِطْرِهِ وَ فَرْحَةٌ عِنْدَ لِقَاءِ رَبِّه" روزيدار جي لاءِ ٻه خوشيون آهن. (1) هڪ روزي کولڻ وقت (2) ٻي رب جي ديدار وقت" انهن ٻنهي خوشين جي ڪري عيد الفطر جي نماز مقرر ڪئي وئي ۽ عيد الفطر جي ڏينهن روزو رکڻ حرام ڪيو ويو تانته روزي نه رکڻ جي حالت ۾ به ڪين اهڙو اجر ۽ انعام ملي جيڪو روزي رکڻ جي ڪري مليو هو.

## عيد الفطر جي فضيلت:

طبراني حضرت اوس انصاري رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ته: رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو:

---

(1) المظهري صـ 184 جلد 1 الترغيب والترهيب للمنذري ص 52 جلد 2

”جڏهن عيد الفطر جو ڏينهن ٿيندو آهي ته ملائڪ رستن جي دروازن تي بيهي سڏيندا آهن اي مسلمانن جي جماعت! سوير ان ڪريم رب ڏانهن اچو جيڪو اوهان تي خير عطا ڪرڻ سان مهرباني ڪري ٿو ان ڪان پوءِ اوهان کي ان تي گهڻو (ثواب) ڏي ٿو. بلاشڪ اوهان رات جو بيهڻ (تراويح ۽ نوافل) جو امر ڪيا ويا پوءِ اوهان بيٺا ۽ ڏينهن جو روزا رکڻ جي لاءِ امر ڪيا ويئو پوءِ اوهان روزا رکيا ۽ پنهنجي رب جي اطاعت ڪيوَ. پوءِ پنهنجا انعام هلي وٺو. پوءِ جڏهن عيد نماز پڙهندا ته سڏيندڙ (ملائڪ) سڏيندو خبردار! بيشڪ اوهان جي رب يقيناً اوهان کي بخشي ڇڏيو پوءِ هدايت وارا ٿي پنهنجن گهرن ڏانهن موٽو اهو (عيد جو ڏينهن) انعام جو ڏينهن آهي. علامه اصبهاني جي آندل روايت جي آخر ۾ آهي. ”ان ڏينهن کي آسمان ۾ انعام وارو ڏينهن سڏيو ويندو آهي.(1).

## عيد الاضحیٰ جي وجوب جا دليل:

عيد الاضحیٰ قرآن ڪريم جي هن آيت سان واجب آهي ”فَصَلِّ لِرَبِّكَ وَانْحَرْ“(2) پوءِ پنهنجي رب جي لاءِ نماز پڙهه ۽ قرباني ڪر. هن آيت جي تفسير ۾ مفسر قرآن علامه بيضاوي لکيو آهي ”صل صلوة عيد الاضحیٰ و انحر القربان بالتضحية(3) يعني عيدالاضحیٰ جي نماز پڙهه ۽ قربانيءَ وارو جانور اضحيه جي ارادي سان ڪُهه. مفسر ابن ڪثير لکيو آهي ”صحيح پهريون قول آهي ته ”وانحر“ مان مراد قرباني جو جانور ڪهڻ آهي. ان جي ڪري رسول الله ﷺ جن عيد

---

(1) الترغيب والترهيب للاصبهاني ص 744 جلد 2.

(2) سورة الكوثر آيت 2.

(3) التفسيرات الاحمدية بحواله بيضاوي ص ٧٤٥

الاضحيٰ جي نماز پڙهي پوءِ اضحيه ڪندا هئا ۽ جڏهن "وانحر" مان مراد اضحيه ڪرڻ آهي ته "فَصَلِّ" مان مراد عيد الاضحيٰ جي نماز آهي (1)

تفسير جلالين واري لکيو آهي "فصل لربک صلوٰة عيد النحر" "وانحر"، "نسکک" يعني پنهنجي رب جي لاءِ عيد النحر (الاضحيٰ) نماز پڙهه ۽ پنهنجي قربانيءَ جو جانور ڪُهه- حضرت عکرمه، حضرت عطاء ۽ حضرت قتادة جو اهو قول آهي(2). شيخ حسنين محمد مخلوف لکيو آهي ته "وانحر" مان مراد اضحيٰ جي ڏينهن اضحيه ڪرڻ آهي(3) جنهن مان واضح ٿيو ته "فصل لربک" مان مرادعيد الاضحيٰ جي نماز آهي(4)

## ٻنهي عيدن جي وجوب جو گڏيل دليل:

علامه زبيدي عليه الرحمة لکيو آهي ته : ٻنهي عيدن جي وجوب جو سنت ۾ دليل آهي ۽ اهو هن طرح آهي ته: مستفيض طريقي سان ثابت آهي ته حضور عليه الصلوٰة والسلام جن شروع ڪرڻ کان وٺي دنيا تان رحلت ڪرڻ تائين هي عيدون ڪڏهن به ڇڏيون ۽ اهو وجوب جو دليل آهي. اهڙي طرح خلفاءِ راشدين رضي الله عنهم به انهن جي پڙهڻ تي هميشگي ڪئي.(5)

## ٻنهي عيدن جي متعلق:

عيدن کي عيد چوڻ ۾ هڪ هي وجه به آهي جو انهن ڏينهن ۾ الله عزوجل جا ٻانهن تي انعام وري وري ٿا وسن- ۽ جڏهن جمعه نماز هفته هفته ۾ اچي ٿي پر ان ۾ ايڏو

---

(1) تفسير ابن ڪثير ص 888 جلد 4.

(2) تفسير جمل

(3) صفوة البيان ص 828

(4) نور العرفان ص 990.

(5) اتحاف السادة المتقين ص 383 جلد 3.

اجتماع نہ ٿو ٿئي تہ اسلام ۾ وڏي اجتماع جي لاءِ بہ ڏينهن جدا رکيا ويا. جن جي ذريعي مسلمانن جي قوت جو اظهار ٿئي ۽ ڪافر انهن کي متحد، منظم ۽ هڪ ٻئي سان رابطي ۾ ڏسي سندن عظمت کي محسوس ڪن ۽ عيدن جي ڏينهن ۾ ائين سينگار ۽ خوشيون ڪن جيئن انصارن ٻارن حضور ﷺ جي مدينه منوره ۾ اچڻ وقت ڪري ڏيکاريا ۽ حضور ﷺ انهن کي منع نہ ڪري خوشين کي برقرار رکيو هو. عيدن جي ڏينهن ۾ خوشيءَ ۽ سرور جي ظاهر ڪرڻ ۽ فطره ۽ اضحيه جي گوشت ۽ کلن جي ذريعي غريبن، مسڪينن ۽ محتاجن تائين خوشي پهچائڻ اهڙو امر آهي جنهن جي اسلام اهميت محسوس ڪرائي آهي ۽ الله عزوجل ۽ نبي ڪريم ﷺ ان تي حرص ڏياريو آهي ۽ ٻنهي عيدن ۾ خطبه بہ رکيو ويو آهي تہ اهو ٻڌڻ سان دليون دين ڏانهن مائل رهن غافل ۽ بي توجه نہ ٿين(1).

## عيد الاضحيٰ جو فلسفو:

عيد الاضحيٰ ذوالحج مهيني جي ڏهين تاريخ ان جي ڪري مقرر ڪئي وئي جو ذوالحج مهيني جي نائين تاريخ لکين مسلمان حج جي سعادت حاصل ڪن ٿا، ان جو شڪر ادا ڪيو وڃي ٿو ۽ نائين ذوالحج جي ڏينهن ڪيترا صالح ٻانها روزو رکندا آهن. ان جي بہ شڪر ادائي ٿي وڃي ۽ جڏهن تہ ڏهينءَ جو ڏينهن سينگار ڪرڻ ۽ خواهشات کائڻ، پيئڻ وغيره جي لاءِ آهي تہ صبح جو عيد نماز مقرر ڪئي وئي تہ ٻانهو الله عزوجل سان نماز جي ذريعي مناجات جي لذت محسوس ڪري جيئن حاجي صاحب حج جي ذريعي اها لذت حاصل ڪن ٿا.

---

(1) من حكم الشريعة واسرارها ص 65 — 67.

### ٻنهي عيدن ۾ هي ڪم ڪرڻ گهرجي:

تڪبيرون هڻڻ- حضرت رافعي فرمايو ته: عيدن جون تڪبيرون ٻه قسم آهن. (1) هڪڙيون نماز ۽ خطبي ۾ (2) ٻيون انهن کانسواءِ.ٻيو قسم وري ٻه قسم آهي، (1) مرسل، (2) مقيدُ- مرسل ڪنهن حال سان يا وقت سان قيد ڪيل ناهي بلڪ اهي مسجدن ۾، گهرن ۾ ۽ رستن ۾ به پڙهيون وينديون آهن ۽ مقيد (وقت سان قيد ڪيل) خاص ڪري نماز کان پوءِ پڙهيون وينديون. مرسل ٻنهي عيدن ۾ پڙهيون وينديون ۽ مقيد عيد الاضحيٰ سان وابسته آهن. عيد الفطر ۾ نه پڙهيون وينديون. تڪبيرن جي ترتيب هيءَ آهي ته ٽي ڀيرا "اَللّٰهُ اَكْبَرُ اللّٰهُ اَكْبَرُ اَللّٰهُ اَكْبَرُ كَبِيْرًا وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ كَثِيْرًا وَ سُبْحَانَ اللّٰهِ بُكْرَةً وَّ اَصِيْلاً- لَا اِلٰهَ اِلاَّ اَللّٰهُ وَحْدَهٗ لَاشَرِيْكَ لَهٗ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ وَلَوْكَرِهَ الْكٰفِرُوْنَ" عيد الفطر جي رات کان تڪبيرون شروع ڪري تان جو صبح جو عيد نماز شروع ڪري- يا صرف اَللّٰهُ اَكْبَرُ اَللّٰهُ اَكْبَرُ لَا اِلٰهَ اِلاَّ اَللّٰهُ وَ اللّٰهُ اَكْبَرُ وَلِلّٰهِ الْحَمْدُ" چوي.

(2) عيد جي ڏينهن غسل ڪري، سينگار ڪرڻ، خوشبوءِ هڻڻ، وار ناهي ننهن لاهڻ- ڏندڻ ڏيڻ- بدن مان ناپسند ڪيل بوءِ ختم ڪرڻ- مردن جي لاءِ پٽڪو ۽ چادر ڍڪڻ به اهم آهي.(1)

(3) عيد گاهه ڏانهن هڪ وات سان وڃڻ ۽ ٻي وات سان موٽڻ ڇو ته حضور ﷺ جن ان طرح ڪيو آهي- ۽ ان ۾ ڪهڙي حڪمت آهي؟ ان ۾ مختلف اقوال آهن.

1. ان لاءِ ته سندن ذات سان ٻنهي واٽن وارا برڪت حاصل ڪن.
2. ٻنهي واٽن وارا کانئن مسئلا معلوم ڪن.

---

(1) اتحاف السادة المتقين ص 383 جلد 3

3. پنهي واٽن تي رهندڙن ماڻهن ۾ مسڪينن کي صدقو، خير خيرات ڏيڻ.
4. پنهنجن قريبن جي قبرن جي زيارت ڪرڻ.
5. تانت پئي واٽون سندن جي لاءِ شاهد بنجن.
6. تانت منافقن کي ڏک زياده ٿئي.
7. تانت هڪ واٽ سان رش نہ وڌي، بهرحال صورت هڪ واٽ سان عيدگاهہ ڏانهن وڃڻ ٻئي واٽ سان موٽڻ سنت آهي ۽ ان ۾ جماعتي ۽ امام برابر آهن.
4. عيدگاهہ ميدان ۾ هجي اتي عيد نماز ادا ڪجي مگر مڪه مڪرمه ۽ بيت المقدس ۾ مسجد ۾ عيد نماز پڙهڻ افضل آهي.
5. عيد الاضحیٰ جلدي پڙهڻ مستحب آهي، ڇو تہ قرباني بہ ڪرڻي آهي.
6. عيد الفطر دير سان پڙهڻ افضل اهي ڇو تہ نماز کان پهريان فطرو ڏيڻ افضل آهي- ۽ ائين ڪرڻ رسول اللهﷺ جي سنت آهي.
7. عيدن جي راتين ۾ جاڳي انهن کي عبادت سان زنده رکڻ جيئن هنن روايتن ۾ آيو آهي:

1. طبراني الڪبير ۾ حضرت عبادة بن صامت رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ "جنهن عيد الفطر ۽ عيد الاضحیٰ جون راتيون (عبادت سان) زنده رکيون ان جي دل ان ڏينهن نہ مرندي جنهن ڏينهن دليون مرنديون.

2. ديلمي ابن عساڪر ۽ ابن النجار حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ: جنهن چار راتيون (عبادت سان) زنده رکيون ان جي لاءِ جنت واجب آهي. 1. ائين، 2. نائين. 3. ڏهين ذوالحج جي رات، 4. عيد الفطر جي رات. حضرت امام شافعي عليه الرحمة فرمايو آهي تہ: اسان کي اها ڳالهہ پهتي آهي تہ ٿن راتين ۾ دعا مقبول آهي: 1. جمعه جي

رات، 2. ٻن عيدن جون راتيون.

### ٻنهي عيدن جي متعلق نبوي حديثون:

1. ابن ماجه حضرت ابو امامه رضي الله عنه کان روايت آندي آهي: رسول الله ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص عيدن جي راتين ۾ بيهندو (بيهي عبادت ڪندو) ته جنهن ڏينهن (قيامت ۾) ماڻهن جون دليون مرنديون ان ڏينهن ان جي دل نه مرندي.

2. اصبهاني حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ته: جيڪو شخص پنجن راتين ۾ جاڳندو (عبادت ڪندو) ان جي لاءِ جنت واجب آهي. (اهي راتيون هي آهن) (1) ذوالحج جي اٺين. (2) نائين. (3) ڏهين. (4) عيد الفطر جي رات. (5) پندرهين شعبان جي رات.

3 حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته: جڏهن حضور ﷺ جن هجرت ڪري مدينه منوره ۾ تشريف فرما ٿيا ته ان وقت مدينه وارا ٻه ڏينهن (خوشيءَ جا) راند ۾ گذاريندا هئا. نبي ڪريم ﷺ جن پڇيو ته هي ڪهڙا ڏينهن آهن؟ عرض ڪيائون ته اسين جاهليت جي دوران انهن ۾ راند ڪندا هئاسون- پاڪ ڪريم ﷺ جن فرمايو ته الله تعالىٰ لوهان کي انهن جي بدلي ۾ انهن ٻنهي کان ڀلا ٻه ڏينهن ٻيا ڏنا آهن. (1) (عيد) اضحیٰ جو ڏينهن. (2) (عيد) فطر جو ڏينهن. رواه ابو دائود(1).

### عيد جي نماز ڪنهن تي واجب آهي؟

جنهن تي جمعه جي نماز فرض آهي ان تي عيد جي نماز واجب آهي ۽ جيڪي شرط جمعه جي نماز لاءِ آهن اهي عيد جي نماز لاءِ به آهن. مگر خطبه جمعه جي نماز لاءِ شرط آهي عيد نماز لاءِ سنت آهي.

---

(1) بهار شريعت صـ 85 حصو 4 الترهيب والترغيب للمنذري صـ 152. ج 2.

## عيدن جي نماز جو وقت ڪهڙو آهي؟

صبح جو سج ڳاڙهاڻ ڇڏي اچو ٿي بيهي ان وقت کان وٺي سج جي لڙڻ تائين وقت آهي. ۽ ڀلو آهي ته عيدالاضحیٰ جلد پڙهي وڃي ۽ عيد الفطر دير سان(1)

## عيدن جي نماز ۾ تڪبيرون:

عيدن جي نماز ۾ ڇهه تڪبيرون زائد آهن. ٿي پهرين رڪعت ۾ ٿي پوئين رڪعت ۾ اول تڪبير تحريمه هڻندو ان سميت چار تڪبيرون ٿينديون پوءِ قرأت ڪندو پنجين تڪبير هڻي رڪوع ۾ ويندو سجدا ڪري اٿندو ته اول قراۃ ڪندو پوءِ 3 تڪبيرون زائد هڻي چوٿين تڪبير سان رڪوع ۾ ويندو پهرين رڪعت جي رڪوع واري تڪبير کان سواءِ هر هڪ رڪعت ۾ چار تڪبيرون ٿينديون ۽ اهي ئي محدثن ڀلارن روايت ڪيون آهن. جيئن هت ڪجهه حوالا عرض ڪجن ٿا.

1

ابو عبدالرحمٰن قاسم کان روايت آهي ته: مون کي رسول الله ﷺ جي بعض اصحابن رضي الله عنهم ٻڌايو ته اسان کي نبي ڪريم ﷺ جن عيد نماز پڙهائي ۽ پاڻ چار، چار تڪبيرون هنيائون ان کان پوءِ اسان کي سامهون ٿي فرمايائون ته ٿي وسارجو نه (هي ايئن آهن جيئن جنازي جون چار تڪبيرون آهن، ۽ پنهنجي آڱرين (مبارڪن) سان اشارو ڪري اهي (چار) آڱريون بند ڪري ڏيکاريائون.

اخرجه الطحاوي وقال حسن الاسناد.

---

(1) فتاوی عالمگيري صہ 150 جلد 1

2

سعيد بن العاص کان روايت آهي: ان حضرت ابو موسىٰ اشعري ۽ حضرت حذيفة بن اليمان رضي الله عنهما کان پڇيو ته- حضورﷺ جن اضحىٰ ۽ فطر (جي نماز) ۾ تڪبيرون ڪيئن هڻندا هئا؟ ته حضرت ابو موسىٰ جواب ڏيندي فرمايو "چار تڪبيرون هڻندا هئا، جيئن جنازه نماز ۾، حضرت حذيفه فرمايو ته سچ ٿو چوي- حضرت ابو موسىٰ فرمايو ته: جڏهن مان بصره وارن جي مٿان امير هيس ته مان اتي به اهي چار تڪبيرون هڻندو هوس.

3

سفيان ثوري ابي اسحاق کان ان علقمة ۽ اسود کان روايت آندي آهي ته حضرت ابن مسعود رضي الله عنه ٻنهي عيدن جي نمازن ۾ 9 تڪبيرون هڻندو هو. (پهرين رڪعت ۾) چار قراءُة کان پهريان هڻي پوءِ رڪوع ڪندو هو ۽ ٻي رڪعت ۾ اول قرأت ڪري پوءِ چار تڪبيرون هڻي رڪوع ڪندو هو. رواه عبدالرزاق في مصنفه و اسناده صحيح كذا في الدراية- ۽ مجمع الزوائد (223) ۾ به حضرت ابن مسعود رضي الله عنه کان اهڙي روايت آهي جيڪا طبراني الڪبير ۾ آندي آهي ۽ ان جا راوي به ثقات (معتبر) آهن.

4

عبدالرزاق پنهنجي مصنف ۾ صحيح سند سان مغيرة بن شعبة کان به حضرت ابن مسعود رضي الله عنهما جهڙي عيد نماز پڙهائڻ واري روايت ڪئي آهي كما في الدراية ص 135. (1)

---

(1) اعلاء السنن ص 103 -- 106، جلد 8- و عمدة الرعاية حاشية شرح الوقاية ص 247 جلد 1.

## عيد نماز پڙهائڻ ۽ پڙهڻ جو طريقو:

جڏهن امام ۽ جماعت گڏ ٿين ته امام جماعت کي ٻه رڪعتون نماز پڙهائيندو اول تڪبير تحريمه هٽندو ان کان پوءِ ثنا. (سبحانڪ اللهم آخرتائين) پڙهندو ۽ ان کان پوءِ ٽي ڀيرا الله اڪبر چوندو ۽ سورة الفاتحة ۽ ٻي سورة پڙهندو پوءِ تڪبير چئي رڪوع ڪندو ۽ ٻي رڪعت ۾ اول سورة الفاتحة ۽ ٻي سورة پڙهي پوءِ ٽي ڀيرا الله اڪبر چوندوءِ چوٿون ڀيرو الله اڪبر چئي رڪوع ۾ ويندو. جماعتي ٻه هر رڪعت ۾ امام وانگر ڪندا صرف قراة وقت خاموش رهندا ۽ وچ وارين زائد تڪبيرن ۾ امام ۽ جماعتي هٿ کڻندا ۽ هيٺ ڪليل رڪندا وچ ۾ هٿ نه ٻڌندا.

## عيدن جو خطبو:

عيد نماز لاءِ خطبه سنت آهي نماز کان پوءِ امام خطبه ڏيندو جيڪڏهن عيد الفطر آهي ته ان ۾ فطره جا احڪام بيان ڪندو. خطبه کان پهريان اعوذبالله من الشيطٰن الرجيم پڙهڻ سنت آهي.جيڪو پهرئين خطبه کان پهريان آهستي پڙهيو وڃي.(1)

## عيد الفطر جي نماز قضا نه ٿيندي:

جيڪڏهن امام جماعت کي عيد نمازپڙهائي ۽ ڪو شخص رهجي ويو ته اهو نه اڪيلو پڙهندو ۽ نه قضا ڪندو- پر جيڪڏهن عذر جي ڪري مثلاً ايترو سخت مينهن وسيو جو ماڻهو ٻاهر نڪري نه سگهيا يا امام نه اچي سگهيو يا سج لڙي وڃڻ کان پوءِ شوال جي چنڊ ڏسڻ جو ثبوت مليو يا سج لڙڻ کان اڳي چنڊ بيهڻ جو ثبوت مليو پر ماڻهو گڏ ٿي نه سگهيا ته ٻئي

(2) ردالمختار ص 598 ج 1

ڏينهن عيد پڙهي سگهن ٿا. ٻئي ڏينهن کان پوءِ نہ پڙهي سگهندا.(1)

## عيد الفطر جي متعلق مسائل:

عيد الفطر جي ڏينهن هي ڪم مستحب آهن. (1) غسل ڪرڻ، (2) ڏندڻ ڏيڻ، (3) سهڻا ڪپڙا ڍڪڻ نوان هجن يا ڌوتل، (4) منڊي (چانديءَ جي مهر واري هجي تہ پلو) پائڻ، (5) خوشبوءِ لڳائڻ، (6) عيدگاهہ ڏانهن سوير وڃڻ، (7) نماز کان اڳي فطرو ڏيڻ، (8) عيدگاهہ ڏانهن پيادل وڃڻ، (9) هڪ واٽ سان وڃڻ ۽ ٻيءَ واٽ سان موٽڻ، (10) عيدگاهہ ڏانهن وڃڻ کان پهريان اکي،جي عدد تي کارکون کائڻ جيڪڏهن کارکون ناهن تہ ڪابہ مٺي شيءِ کائڻ- جيڪڏهن نہ کاڌائين تہ گنگهگار نہ ٿيندو- پر جيڪڏهن عيد جي ڏينهن عشاء تائين ڪجهہ بہ نہ کاڌائين تہ ان عمل جي ڪري عذاب ڪيو ويندو(2)

1. عيد پڙهڻ وارو عيد الفطر جي نماز لاءِ ويندي وڏي آواز سان تڪبيرون نہ هڻي.
2. مستحب آهي تہ عيد جي نماز کان پوءِ گهر ۾ اچي چار رڪعتون نفل پڙهي.
3. عيد ۾ تڪبيرن جي وچ ۾ ٽن تسبيحن پڙهڻ جيترو وقفو ڪندو- هٿ نہ ٻڌندو.
4. خطيب عيد جي ڏينهن بہ خطبا پڙهندو ۽ ٻن خطبن جي وچ ۾ ٿورو ويهندو.
5. خطيب منبر تي چڙهندو تہ اسان حنفين وٽ منبر تي نہ وهندو بيٺي ئي (السلام عليڪم چئي) خطبو شروع ڪندو.

---

(1) شرح الوقاية مع عمدة الرعاية صہ 245 — 247 جلد 1- الفتاوىٰ العالمگيرية صہ 151 جلد 1.

(2) فتاوىٰ عالمگيري صہ 150 جلد 1.

6. عيد الفطر جو خطبو تڪبير، تسبيح، تهليل، تحميد ۽ نبي ڪريم ﷺ جن تي درود و سلام سان شروع ڪندو.
7. پهرئين خطبه ۾ نوَ ڀيرا لاڳيتو تڪبيرون هڻندو ۽ ٻئي خطبه ۾ ست ڀيرا تڪبيرون هڻندو
8. خطبه ۾ ماڻهن کي فطري جا احڪام ٻڌائيندو ۽ اهي پنج ڳالهيون آهن. (1) فطرو ڪنهن تي واجب آهي. (2) ڪنهن جي لاءِ واجب آهي. (3) ڪڏهن واجب آهي. (4) ڪيترو واجب آهي. (5) ڇا جي ڪري واجب ٿئي ٿو.
9. جڏهن امام خطبه ۾ تڪبيرون چوندو ته جماعتي به تڪبيرون چوندا ۽ جڏهن نبي پاڪ ﷺ تي درود پڙهندو ته جماعتي درود دل ۾ پڙهندا.
10. عذر کان سواءِ جيڪڏهن عيد الفطر ٻئي ڏينهن پڙهندا ته جائز نه ٿيندي.

### هڪ نادر مسئلو:

جيڪڏهن ماڻهو عيد جي نماز لاءِ گڏ ٿيا ۽ اتي جنازو به آندو ويو ته اول عيد جي نماز پڙهي پوءِ هڪدم جنازي جي نماز پڙهي ويندي ۽ عيد جو خطبو جنازه جي نماز کان پوءِ پڙهيو ويندو(1)

### عيد جي ڏينهن پٽڪو ٻڌڻ خصوصي سنت آهي:

حضرت امام جعفر صادق کان روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن هر عيد تي پڳ مبارڪ ٻڌندا هئا(2)

---

(1) ساڳيو حوالو.

(2) الفقه الحنفي وادلته صہ 264 جلد 1

## عيد نماز لاءِ بانگ ۽ تڪبير (اقامت) ناهي:

حضرت جابر رضي الله عنه کان روايت آهي ته: مان حضرت نبي ڪريم ﷺ جن سان عيد جي نماز گڏ پڙهڻ لاءِ حاضر ٿيس پاڻ بانگ ۽ اقامت (تڪبير) کان سواءِ خطبه کان پهريان عيد جي نماز پڙهايائون.

## عيد نماز تي ننڍڙا ٻار گڏ وٺي نڪرڻ:

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن عيدن جي ڏينهن پاڻ سان گڏ فضل بن عباس، عبدالله، عباس، علي، جعفر، حسن، حسين، اسامه بن زيد، زيد بن حارثه ۽ ايمن بن ام ايمن رضي الله عنهم کي وٺي نڪرندا هئا.

## عذر جي ڪري مسجد ۾ عيد نماز پڙهڻ:

حضرت ابو هريرة رضي الله عنه کان روايت آهي ته برسات وسڻ جي ڪري حضور ﷺ جن عيد جي نماز مسجد ۾ پڙهائي هئي.

## عيدگاهه ۾ عيد نماز کان اڳي يا پوءِ نفل نه پڙهجي:

حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته: حضور ﷺ جن عيدالفطر جي نماز لاءِ آيا عيد جون ٻه رڪعتون پڙهايائون ۽ نه ان کان اڳي نفل پڙهيائون نه پوءِ(1).

## عيد نماز کان پوءِ خطبه پڙهڻ جو دليل ڪهڙو آهي؟

حضرت ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته:

---

(1) الفقه الحنفي و ادلته ص 267 — 268 جلد 1

حضرت نبي ڪريم ﷺ ۽ حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما جن ٻنهي عيدن جون نمازون خطبه کان اڳ ۾ پڙهندا هئا.(1)

## عيدن جي نمازن ۾ ڪهڙيون سورتون پڙهجن؟

حضرت سمرة بن جندب رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضرت نبي ڪريم ﷺ جن ٻنهي عيدن جي نماز ۾ (پهرين رڪعت ۾) "سَبِّحِ اسْمَ رَبِّکَ الْاَعْلٰی" ۽ ٻي رڪعت ۾ "هَلْ اَتٰکَ حَدِيْثُ الْغَاشِيَة" پڙهندا هئا- رواه احمد- والطبراني فی الکبير ورجال احمد ثقات ۽ اڪثر محدثن انهن سورتن کي عيد نماز ۾ پڙهڻ مستحب لکيو آهي. اهو طريقو حضور ﷺ جن کان متواتر طريقي سان ثابت آهي. کذا في بداية المجتهد ۽ حضرت ابو واقد الليثي رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن عيد جي نماز ۾ سورة "اِقْتَرَبَتِ السَّاعَة" ۽ سورة "قٓ وَالْقُرْاٰنِ الْمَجِيْدِ" پڙهيون هيون(2)

## مسئلا:

1. جيڪڏهن امام عيد نماز ۾ ڇهن زائد تڪبيرن کان وڌيڪ تڪبيرون هڻي ٿو ته جماعتي به هڻي پر جيڪڏهن اهو تيرهن تڪبيرن وڌيڪ هڻي ته جماعتي وڌيڪ نه هڻي.

2. پهرين رڪعت ۾ امام جي تڪبير هڻڻ کان پوءِ جماعتي شامل ٿيو آهي ته اهو زائد تڪبيرون هڻي دني پلي امام قرأت شروع ڪري چڪو هجي ۽ تڪبيرون صرف 3

(1) اعلاء السنن ص 113 ج 8 بدائع الصنائع ص 286 ج 1 مسند الامام اعظم ص 85
(2) اعلاء السنن ص 113 ج 8.

چوندو پلي امام زياده چيون هجن ۽ پوءِ اچڻ وارو جيڪڏهن اجان تڪبيرون نہ چيون آهن ۽ امام رڪوع ۾ هليو ويو آهي تہ جماعتي بيهي تڪبيرون نہ چوندو بلڪ امام سان گڏ رڪوع ۾ وڃي تڪبيرون چئي وٺندو ۽ جيڪڏهن امام رڪوع ۾ آهي ۽ سمجهي ٿو تہ پاڻ بيٺي تڪبيرون چئي امام کي رڪوع ۾ پهچي ويندو تہ تڪبيرون چئي پوءِ رڪوع ۾ امام سان شريڪ ٿئي، پر جيڪڏهن رڪوع ۾ تڪبيرون پوريون نہ ڪيائين ۽ امام رڪوع کان متو مٿي ڪيو تہ هي بہ متو مٿي ڪندو ۽ ان تان رهيل تڪبيرون لهي وينديون پر جيڪڏهن رڪوع کان پوءِ شريڪ ٿيو آهي تہ هاڻي تڪبيرون نہ هڻندو امام جي سلام ورائڻ کان پوءِ جڏهن اٿي پهرين رهيل رڪعت پڙهندو تڏهن اهي زائد تڪبيرون هڻندو. رڪوع ۾ جيڪو تڪبيرون هڻڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. انهن ۾ هٿ نہ کڻندو.

3. جيڪو شخص امام سان عيد نماز ۾ شروع ٿيو ۽ ننڊ يا ڪنهن ٻئي وجہ جي ڪري ان جو وضوء ڀڄي پيو تہ وضوء ڪرڻ کان پوءِ اوتريون تڪبيرون هڻندو جيتريون امام هنيون هونديون اهي پلي ان جي فقہ واري مذهب جي موافق نہ هجن(1)

4. امام کان تڪبيرون وسري ويون ۽ رڪوع ۾ هليو ويو تہ نہ بيهڻ ڏانهن موٽندو ۽ نہ رڪوع ۾ تڪبيرون چوندو پر جيڪڏهن تڪبيرون هڻڻ کان سواءِ امام قرأة ۾ شروع ٿي ويو آهي تہ قرأة کان پوءِ تڪبيرون هڻي يا رڪوع ۾ هڻي ڇڏي.

5. جيڪڏهن امام زائد تڪبيرن ۾ هٿ مٿي نہ ڪنيا تہ بہ جماعتي هٿ مٿي ڪڻي.

---

(1) فتاوىٰ عالمگيري صہ 151 ج 1

6. جيڪي شيون جمعه جي خطبه ۾ سنت آهن اهي عيد جي خطبه ۾ به سنت آهن ۽ جيڪي ڪم ان ۾ مڪروه آهن اهي هن ۾ به مڪروه آهن صرف ٻن ڳالهين ۾ فرق آهي. ا هڪ ته جمعه جي پهرئين خطبه کان اول امام جو منبر تي ويهڻ سنت آهي ۽ عيد واري خطبه ۾ نه ويهڻ سنت آهي. 2 ٻيو ته عيد جي پهرئين خطبه کان اڳ ۾ نو 9 ڀيرا ۽ ٻئي خطبه کان اڳ ۾ ست ڀيرا منبر تان لهڻ کان پهريان چوڏهن ڀيرا "الله اڪبر" چوڻ سنت آهي ۽ جمعه ۾ ائين ناهي ۽ مناسب آهي ته عيدالفطر کان پهرئين اچڻ واري جمعه جي خطبه ۾ فطره جا احڪام ٻڌايا وڃن ته ماڻهو عيد کان اڳي فطره ڏين.(1)

## فطره جو ذڪر:

جڏهن ته عيد الفطر سان فطري جو تعلق آهي ان جي لفظي معنىٰ ۽ اهميت بيان ڪرڻ سان گڏ ان جي متعلق احڪام به بيان ڪيا وڃن ٿا.

## فطره جي معنىٰ:

ان جي معنىٰ ۾ مختلف قول آهن پر صحيح قول مطابق ان جي معنىٰ آهي خلقت (پيدائش) فطره بدن جي زڪواة آهي بعض علماء ان کي "صدقة الراس" (سر جو صدقو ۽ "زڪواة البدن" "بدن جي زڪواة" سڏيو آهي.

## فطره جي اهميت:

1. محدث عبدالرزاق حسن سند سان حضرت عبدالله بن ثعلبة رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ته: حضور ﷺ جن

---

(1) ساڳيو حوالو- بهار شريعت صہ 88 حصو 4

عيد الفطر کان هڪ ڏينهن اڳ ۾ فطره ڏيڻ جي لاءِ تاڪيد فرمايو هو(1).

2. حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن جي اسان ۾ موجودگيءَ جي دوران اسين فطره ڪڍندا هئاسون. الحديث

3. حضرت ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن رمضان (شريف) ۾ مسلمانن تي فطره ڪڍڻ ضروري فرمايو هو.

4. حضرت عمروبن شعيب پنهنجي پيءُ کان ۽ پنهنجي ڏاڏي کان روايت آندي آهي ته: حضور ﷺ جن مڪه مڪرمه جي گهٽين ۾ ماڻهو موڪليو ته (اهو هي اعلان ڪري) "خبردار! فطره ڏيڻ هر مسلمان تي واجب آهي" الحديث.

5. حضرت جرير کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو "رمضان مهيني جو روزو زمين ۽ آسمان جي وچ تي لٽڪيو پيو آهي ۽ فطره ڏيڻ کان سواءِ مٿي نه ويندو"(2)

## فطره جو فلسفو:

فطره جو فلسفو اصحاب ڪرام هيءُ بيان ڪيو آهي، حضرت ابن عباس رضي الله عنه فرمايو آهي ته حضور ﷺ جن فطره جو صدقو، روزيدار کي بي فائده ڳالهائڻ. فحش ڪلام جي گناه کان پاڪ ڪرڻ ۽ مسڪينن جي کاڌي جو انتظام ڪرڻ جي لاءِ لازم ڪيو هو پوءِ جنهن (عيد) نماز کان

(1) مشڪواة صہ 160 الترغيب والترهيب صہ 151 — 154 ج 2 اتحاف السادة المتقين صہ 53 ج 4

(2) مشڪواة صہ 160 الترغيب والترهيب للمنذري صہ 151-154 ج 2 اتحاف السادة المتقين صہ 53 ج 4.

پهريان ڏنو ان جو صدقو مقبول آهي ۽ جنهن پوءِ ڏنو تہ اهو بہ هڪ صدقو آهي(1).

### فطري ڏيڻ جو حڪم:

فطره ڏيڻ هر ان آزاد، مسلمان تي واجب آهي جيڪو اهڙي نصاب جو مالڪ آهي، جيڪو سندس رهڻ جي جاءِ، ڪپڙن، گهر جي سامان ۽ سواري کان وڌيڪ آهي. حضورﷺ جن جو فرمان مبارڪ آهي "ڪارڪن جو ٽويو ادا ڪيو يا جَوَن جو هر هڪ ننڍي ۽ وڏي جي طرفان"۽ حضرت ابن عمر رضي الله عنهما روايت ڪئي آهي تہ "رسول اللهﷺ جن رمضان ۾ مسلمانن مان هر آزاد يا ٻانهي مرد يا عورت تي فطره جي زڪواة واجب ڪئي آهي. ڪارڪن جو ٽويو يا جَوَن جو ٽويو. ۽ ٻي روايت ۾ حضرت ابن عمر رضي الله عنهما کان آيو آهي تہ: حضورﷺ جن هر مسلمان ٻانهي يا آزاد مرد يا عورت، ننڍي ۽ وڏي تي فطره واجب ڪيو آهي، ٽويو ڪارڪن جو يا جَوَن جو مگر ياد رکڻ گهرجي تہ ٻانهي تي وجوب مان مراد ان جي سردار تي واجب آهي جيئن دارقطني حضرت ابوهريرة رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو "مرد تي ان جي گهوڙي ۽ ٻانهي جي طرفان صدقو ڪڍڻ فطره کان سواءِ واجب ناهي" ۽ مٿين روايتن ۾ جيڪو فرض جو لفظ آيو آهي ان مان مراد واجب آهي ڇو تہ صدقه فطره لاءِ آيل حديث خبر واحد آهي، جنهن مان صرف وجوب ثابت ٿئي ٿو ۽ محدث مسلم هيءُ روايت آندي آهي تہ "لَيْسَ فِيْ الْعَبْدِ صَدَقَةٌ اِلَّاصَدَقَةَ الْفِطْرِ" ٻانهي تي صرف فطره واجب

(1) الترغيب والترهيب للمنذري صہ 151 جلد 2.

آهي. جيڪو ان جو خريد ڪندڙ سردار ادا ڪندو ۽ زيلعي طحاوي کان آندو آهي تہ حضرت عمر رضي الله عنه. نافع کي فرمايو تہ "تنهنجو فطره تنهنجي سردار تي آهي اهو تنهنجي طرفان هر (عيد) الفطر تي ڪارڪن جو ٿويو يا جَوَن جو ٿويو يا اڌ ٿويو ڪڻڪ جو ادا ڪري.

"**فائدو**" ابن سعد طبقات ۾ پنهنجين سندن سان حضرت ام المومنين سيده عائشه ۽ ابن عمر ۽ ابي سعيد کان روايتون آنديون آهن تہ: رمضان جا روزا ڪعبه جي تحويل کان پوءِ هجرت جي 18 مهينن پوري ٿيڻ تي فرض ٿيا ۽ ان ئي سال ۾ زڪواة جي فرض ٿيڻ کان پهريان فطره واجب ٿيو حضور ﷺ جن ان جي ادا ڪرڻ جو امر فرمايو(1)

## فطري جي متعلق مسئلا:

1. فطرو واجب آهي ساري زندگي مسلمان جي ذمي رهي ٿو جيڪڏهن عيد الفطر وقت ادا نہ ڪيو ويو تہ پوءِ بہ ادا ڪرڻ ضروري آهي(2).

2. عيد جي ڏينهن صبح صادق اڀرندي ئي فطرو واجب ٿيندو آهي لهٰذا جيڪو شخص صبح صادق ٿيڻ کان پهريان مري ويو يا شاهوڪار هو مسڪين ٿي ويو ۽ صبح صادق ٿيڻ کان پوءِ ڪافر مسلمان ٿيو يا ٻار پيدا ٿيو يا مسڪين هو غني ٿي ويو تہ ان تي فطرو واجب ناهي ۽ جيڪڏهن صبح صادق ٿيڻ کان پوءِ مري ويو يا صبح ٿيڻ کان پهريان ڪافر مسلمان ٿيو ۽ ٻار پيدا ٿيو يا غريب هو غني ٿي ويو تہ ان تي فطرو

(1) شرح وقايه صہ 304 ج 1.
(2) فتاوى عالمگيري ص 192 جلد 1.

واجب آهي(1).

3. فطرو هر مسلمان، آزاد جنهن وٽ اصلي حاجتن کان نصاب فارغ هجي واجب آهي، ان ۾ عاقل، بالغ، وڏندڙ مال جو هجڻ شرط ناهي.

4. ننڍي عمر وارو (نابالغ) يا مجنون (چريو) جيڪڏهن نصاب جو مالڪ آهي ته ان تي به فطرو واجب آهي ان جو وارث ان جي مال مان ادا ڪري جيڪڏهن وارث ادا نه ڪيو ۽ نابالغ بالغ ٿي ويو يا مجنون عقلمند بنجي ويو ته هاڻي اهي پاڻ ادا ڪن.

5. فطري جي لاءِ صبح صادق جي اڀرڻ وقت نصاب جو هجڻ ضروري آهي پر جيڪڏهن وجوب کان پوءِ مال هلاڪ ٿي ويو ته به فطرو واجب رهندو.

6. نصاب جي مالڪ مرد تي پنهنجي طرفان ۽ ۽ پنهنجن ننڍن ٻارن جي طرفان فطرو ادا ڪرڻ واجب آهي، جيڪڏهن اهي ننڍا پاڻ نصاب جا مالڪ ناهن ۽ جيڪڏهن آهن ته پوءِ انهن جي مال مان فطرو ادا ڪيو ويندو ۽ مجنون اولاد ڀلي بالغ هجي ته به جيڪڏهن پاڻ نصاب جو مالڪ ناهي ته ان جو فطرو به پيءُ ڏيندو ۽ جيڪڏهن پاڻ غني آهي ته ان جو فطرو ان جي مال مان ادا ڪيو ويندو. پوءِ اهو بالغ ٿيڻ کان پهريان مجنون هجي يا پوءِ ٿيو هجي ٻنهي جو حڪم هڪڙو آهي(2)

7. فطري جي لاءِ روزو رکڻ شرط ناهي جيڪڏهن ڪنهن عذر، سفر، مرض، پيرسن هجڻ جي ڪري يا معاذ الله عذر کان سواءِ به ڪنهن روزا نه رکيا ته تڏهن به فطرو واجب آهي.

8. نابالغ ڇوڪري جيڪا مڙس جي خدمت جي لائق آهي

---

(1) فتاوى عالمگيري ص 192 جلد 1

(2) در مختار مع رد المحتار ص 101 ج 2.

جيڪڏهن ان جو نڪاح ڪري مڙس جي حوالي ڪئي وڃي ته ان جو فطرو نه مڙس تي واجب آهي نه والد تي پر جيڪڏهن خدمت ڪرڻ جي قابل ناهي يا مڙس جي حوالي نه ڪئي وئي آهي ته ان جو فطرو پيءُ جي مٿان واجب آهي ۽ اهو سڀ ان وقت آهي جو ڇوڪري پاڻ نصاب جي مالڪ ناهي ۽ جيڪڏهن آهي ته ان جي مال مان فطرو ڏنو ويندو.

9. جيڪڏهن ڪنهن جو پيءُ مري ويو ۽ ڏاڏو زنده آهي ته پيءُ جي جاءِ تي اهو ذميدار آهي جو پنهنجن ننڍن پوٽن ۽ پوٽين جو فطرو ادا ڪري اهو ان تي واجب آهي.

10. ماء تي ننڍن ٻارن جو فطرو واجب ناهي.(1)

11. مڙس تي زال ۽ عاقل بالغ اولاد جو فطرو واجب ناهي جيتوڻيڪ انهن جو خرچ پاڻ ئو ڪري.

12 جيڪڏهن عاقل بالغ اولاد پيءُ سان گڏ رهي ٿو ۽ انهن جي مال ملڪيت مان انهن جي اجازت کان سواءِ پيءُ سندن فطرو ڏي ٿو ته جائز آهي ۽ جيڪڏهن نه ته انهن جي اجازت کان سواءِ ان جو فطرو ان جي مال مان ڏي ته جائز ناهي.

13. ماءُ- پيءُ- ڏاڏو- ڏاڏي ۽ نابالغ پاءُ يا ڀين مٿن مائٽن جو فطرو ان جي ذمي ناهي ۽ انهن جي ملڪيت مان انهن جي اجازت کان سواءِ ادا به نه ٿو ڪري سگهي(2)

## فطري جو مقدار:

1. فطري ۾ اڌ ٽويو ڪڻڪ يا ان جو اٽو يا ستون ڏيندو ۽ جيڪڏهن کجور يا ڪشمش يا جَوَ يا انهن جو اٽو يا جَوَنَ جو ستو نهيل ٿو ڏي ته پورو ٽويو ڏيندو.

---

(1) در مختار مع رد المختار ص 102 جلد 2- فتاویٰ خيريه صه 16 جلد 1.

(2) عالمگيري ص192 ج

2. جيڪڏهن اڌ ٽويو جَوَن جو ۽ چوٿون حصو ٽويو ڪٽڪ مان ٿو ڏي يا اڌ ٽويو جَوَن جو ۽ اڌ ٽويو کجور جو ٿو ڏي تہ بہ جائز آهي.

3. جيڪڏهن ڪٽڪ ۽ جَوَ مليل آهن ۽ ڪٽڪ گهٽي آهي تہ اڌ ٽويو ڏي ۽ جيڪڏهن جَوَ گهڻا آهن تہ ٽويو ڏي.

4. جيڪڏهن ڪٽڪ ۽ جَوَن کان سواءِ چانور، ٻاجهري، جوئر وغيره ڏيڻ ٿو گهري تہ اڌ ٽويي ڪٽڪ يا جَوَن جي ٽويي جي قيمت پڇي پوءِ ان قيمت جا جيڪي چانور وغيره ملن اهي وٺي ڏي تان جو جيڪڏهن ماني ڏيڻ گهري تہ اها بہ انهن جي قيمت ۾ جيڪا ملي سا وٺي ڏي.

5. بهتر آهي تہ فطرو عيد جي ڏينهن صبح جو عيد نماز کان اڳي ڏي- پر جيڪڏهن رمضان ۾ يا ان کان بہ اڳي ڏي ٿو تہ بہ جائز آهي.

6. هڪ شخص جو فطرو هڪ مسڪين کي ڏيڻ ڀلو آهي پر جيڪڏهن هڪ فطرو گهڻن مسڪينن کي ڏي ٿو تہ بہ جائز آهي اهڙي طرح ٻہ ٽي فطرا هڪ مسڪين کي ڏيڻ بہ جائز آهن.

7. مڙس زال کي چيو تہ ان جو فطرو ڏئي ڇڏي زال مڙس جي فطري واري اَنَ سان پنهنجو فطري جو ان گڏي ڏئي ڇڏيو جيڪڏهن مڙس جي اجازت کان سواءِ ائين ڪيائين تہ زال جو فطرو ٿي ويندو مڙس جو نہ ٿيندو مڙس وري جدا ڏي ۽ پر جيڪڏهن ائين ڪرڻ جو رواج آهي تہ پوءِ ٻنهي جو فطرو ادا ٿي ويندو.

8. زال مڙس کي پنهنجي فطري ڏيڻ جي اجازت ڏني ۽ ان زال جو فطرو پنهنجي فطري سان ملائي ڏئي ڇڏيو تہ جائز آهي.

9. فطرو انهن ماڻهن کي ڏيڻ جائز آهي، جن کي زڪواة

ڏيڻ جائز آهي ۽ جن کي زڪواة ڏيڻ جائز ناهي تن کي فطرو ڏيڻ بہ جائز ناهي. مگر جنهن کي حڪومت زڪواة وٺڻ لاءِ عامل مقرر ڪري اهو زڪواة مان وٺي سگهي ٿو فطرو نہ ٿو وٺي سگهي(1)

10. جنهن ماڻهو تي فطرو واجب آهي اهو نصاب جو مالڪ آهي تہ ان کي نماز ۽ روزي جو فديو ڏيڻ جائز ناهي اهڙي طرح اهو مال ۽ فطرو اهلبيت سڳورن کي بہ ڏيڻ جائز ناهي(2)

11. جيڪڏهن ڪنهن شخص وٽ ٽي يا چار ڏاند يا ڳئون آهن جو انهن جي قيمت نصاب کي پهچي ٿي تہ ان تي فطرو ڏيڻ واجب آهي(3)

12. جيڪڏهن ڪنهن شخص وٽ بہ جايون آهن هڪ ۾ پاڻ رهي ٿو ۽ هڪ خالي پئي آهي يا ڪرايي تي ڏنل آهي. اها ٻي جاءِ ضرورت کان وڌيڪ آهي جيڪڏهن ان جاءِ جي قيمت ايتري آهي جيتري رقم تي زڪواة آهي تہ ان تي فطرو واجب آهي ۽ اهڙي شخص کي زڪواة جو پئسو ڏيڻ بہ جائز ناهي، پر جيڪڏهن ان جو گذر ئي ان جاءِ تي آهي تہ اها جاءِ بہ ضروري اسباب ۾ شمار ڪئي ويندي ۽ ان شخص تي فطرو ناهي ان کي زڪواة ڏيڻ بہ جائز آهي(4)

13. جيڪڏهن ڪنهن وٽ ضروري اسباب کان وڌيڪ مال آهي پر ان تي قرض بہ آهي تہ قرض جو حساب ڪري پوءِ ڏسي تہ ان مال مان قرض لاهڻ کان پوءِ بہ نصاب بچي ٿو تہ فطرو ڏيندو جيڪڏهن نصاب کان گهٽ ٿو بچي تہ فطرو نہ ڏيندو.

---

(1) بهار شريعت ص 49 — 50 حصہ 5.
(2) فتاوىٰ واحدي ص 310 ج1.
(3) فتاوىٰ واحدي ص 309 ج 1.
(4) تحفة الفقية ص 34 حصو 2.

14. فطري ۾ اڌ ٽويو يا ٽويو جيڪو لکي آيا آهيون ان جي تور ۾ مختلف قول آهن پر سنڌ جي اڪثر علماء ٻه ڪلو (موجود وزن) چيو آهي.

15. جيڪڏهن ڪڻڪ ۽ جوَ نه ڏي بلڪ ان جي قيمت ڏي ته اهو سڀ کان ڀلو آهي (جو ته اُن سان مسڪين پنهنجي اهم ضرورت پوري ڪندو).

16. ڪچي ڪريل ٻار جو فطرو واجب ناهي.

17. جيڪڏهن ڪو شخص پاڻ شاهوڪار آهي ۽ ان جو پٽ مسڪين آهي ته ان پٽ جي ننڍين ٻارن جو فطرو ان ڏاڏي تي واجب ناهي(1)

18. پنهنجن ڏاڏن ۽ ڏاڏين ۽ ماءُ پيءُ جو فطرو ڏيڻ ٻه ڪنهن تي واجب ناهي ڀلي اهي ان سان گڏ هجن- جيئن وڏي اولاد جو فطرو ڏيڻ لازم ناهي اهڙي طرح ننڍين ڀائرن ۽ ڀينرن جو ڀلي ان جي عيال ۾ رهندا هجن ته به فطرو ڏيڻ واجب ناهي(2)

19. جيڪڏهن ڪو شخص مري ويو ۽ ان تي فطرو يا زڪواة يا ڪفارة يا نذر رهيل آهي ته اهو ان جي رهيل مال مان ادا نه ڪيو ويندو پر جيڪڏهن ان جا وارث خوشيءَ سان ادا ڪن ته ڀلي ادا ڪن ۽ جيڪڏهن نه ٿا ادا ڪن ته مجبور نه ڪيا ويندا. پر جيڪڏهن ان جي ادا ڪرڻ جي وصيت ڪري ويو آهي ته پوءِ ملڪيت جي ٽئين حصي مان ادا ڪيو ويندو.

20. جيڪڏهن ڪنهن شخص پنهنجي سر، زال ۽ اولاد جي طرفان فطرو ڏيڻ جو ارادو ڪيو ۽ هر هڪ جي فطري جو اَنُ ماپ ڪري ڪڍي پوءِ گڏي هڪ مسڪين کي ڏئي ڇڏيو ته به

---

(1) تحفة الفقيه ص 3 حصر 2 فتاوىٰ عالمگيري صہ 191 — 192 ج 1.

(2) فتوىٰ عالمگيري صہ 193 جلد 1

جائز آهي.(1)

21. ماءُ تي ننڍين ٻارن طرفان فطرو واجب ناهي.

22. بادشاهه فطره وٺڻ جي لاءِ ڪنهن کي مقرر نہ ڪندو(2)

## عيد الاضحىٰ جي متعلق مسائل:

1. مستحب آهي تہ عيد الاضحىٰ جلد پڙهي وڃي.

2 عيد الاضحىٰ جي خطبه ۾ اضحيه (قرباني) جو ۽ تڪبيرات تشريق جو بيان ڪيو وڃي.

3. عيد الاضحىٰ سڀني احڪامن ۾ عيدالفطر وانگر آهي پر ٿورين ڳالهين ۾ فرق آهي. (1) ان ۾ مستحب آهي تہ نماز کان پهريان ڪجهہ نہ کائجي جيتوڻيڪ قرباني نہ ڪندو هجي ۽ جيڪڏهن ڪجهہ کاڌائين تہ مڪروه ناهي ۽ رستي ۾ وڏي آواز سان الله اڪبر چوڻ. (2) عيدالاضحىٰ عذر جي ڪري ٻارهين تاريخ تائين ڪراهت کان سواءِ پوئتي ڪري سگهجي ٿي ٻارهين کان پوءِ نہ ٿيندي ۽ عذر کان سواءِ ڏهين تاريخ کان پوئتي ڪرڻ مڪروه آهي. (3) جيڪڏهن ڪو ماڻهو قرباني ڪرڻ گهري ٿو تہ ذوالحج مهيني جي پهرين تاريخ کان وٺي ڏهين تاريخ تائين نہ وارن کي هٿ لائيندو نہ ننهن لهرائيندو اهو عمل مستحب آهي(3)

4. عيد نماز کان پوءِ هڪ ٻئي سان هٿ ملائڻ يا ڀاڪر پائي ملڻ ڀلو ڪم آهي جو ان ۾ خوشيءَ جو اظهار آهي(4)

5. مستحب آهي ت عيدالاضحىٰ جي ڏينهن پهريون کاڌو

---

(1) فتاوىٰ عالمگيري صہ 194 ج 1.

(2) عالمگيري ص 195 ج 1.

(3) رد المحتار ص 774ج1

(4) بهار شريعت ص 89 حصو چوٿون.

اضحىٰ جي گوشت مان هجي چو تہ اها الله عزوجل جي طرفان مهماني آهي(1)

6. جيڪڏهن شهر جي جامع مسجد ايتري وڏي آهي جو سڀ ماڻهو ان ۾ عيد جي نماز پڙهي سگهن ٿا تڏهن بہ ميدان ۾ نڪري عيد نماز پڙهڻ سنت آهي.

7. عيد جي ڏينهن عيد نماز کان پوءِ موٽي گهر اچي چار رڪعتون نفل پڙهڻ مستحب آهي.

8. ڪنهن کان عيد نماز واري ڏينهن جي فجر نماز جيڪڏهن رهجي وئي آهي تہ اها عيد نماز کان پهريان قضا ڪري سگهي ٿو.

9. ڀلو آهي تہ عيد گاهہ ڏانهن پيادل وڃي پر جيڪڏهن عذر جي ڪري سواريءَ تي ٿو وڃي تہ بہ منع ناهي.

10. عيدگاهہ ۾ منبر ناهڻ يا منبر ڪڍي وڃڻ منع ناهي.

11. جيڪي ڳالهيون جمعہ جي خطبہ ۾ سنت آهن اهي عيد جي خطبہ ۾ بہ سنت آهن ۽ جيڪي جمعہ جي خطبہ ۾ مڪروه آهن اهي عيد جي خطبہ ۾ بہ مڪروه آهن.

## تڪبيرات تشريق جي متعلق مسئلا:

عيد الاضحىٰ کان هڪ ڏينهن پهريان يعني ذوالحج مهيني جي نائين تاريخ فجر نماز کان وٺي تيرهين تاريخ جي وچين نماز تائين تڪبيرات تشريق واجب آهن.

## وجوب جا دلائل:

1. الله عزوجل جو فرمان آهي "وَاذۡكُرُوا اللّٰهَ فِيۡۤ اَيَّامٍ مَّعۡدُوۡدٰتٍ"(2) (۽ الله کي ڳڻيل ڏينهن ۾ ياد ڪيو) حضرت ابن

(1) فتاوىٰ عالمگيري ص 150 ج 1

(2) سورة الحج آيت 28.

عباس رضي الله عنهما فرمايو آهي تہ "وَيَذْكُرُوا اسْمَ اللهِ فِي اَيَّامٍ مَعْلُومات(1) (۽ الله کي ڳڻيل ڏينهن ۾ ياد ڪرڻ مان مراد "ذوالحج جا پهريان" ڏينهن آهن "معدودات" مان مراد تشريق جي تڪبير وارا ڏينهن آهن. هي روايت "محدث" بخاري معلق آندي آهي ۽ ابن مردويه ان کي صحيح سند سان متصل ڪيو آهي.

2. حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ "پاڻ نائين ذوالحج جي فجر نماز کان وٺي هر نماز کان پوءِ تشريق جون تڪبيرون شروع ڪندا هئا ۽ تيرهين تاريخ جي وچين نماز کان پوءِ بہ تڪبيورن هٽي پوريون ڪندا هئا. علامه عبدالحي لکنوي اهڙيون مستند ۽ معتبر روايتون بيون بہ آنديون آهن(2)

3. امام احمد بن حنبل جي فرزند عبدالله پنهنجي سند سان حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آندي آهي تہ اهو مذڪور طريقي سان تشريق جون تڪبيرون هٽندو هو.

4. عمير بن سعيد حضرت ابن مسعود رضي الله عنه کان بہ اهو طريقو روايت ڪيو آهي(3)

### ذوالحج مهيني جي پهرئين ڏهاڪي ۾ عمل جي پلاٽي:

1. حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان مرفوعاً روايت آهي تہ: "الله وٽ ڏينهن مان وڏي عظمت وارا جنهن ۾ عمل ڪرڻ الله وٽ وڌيڪ پيارو هجي (ذوالحج جي) ڏهن ڏينهن کان

---

(1) سورة البقرة آيت 203.

(2) سباحة الفكر فى الجهر بالذكر 81

(3) اعلاء السنن ص 120 — 128 جلد 8.

وڏيڪ ڪي به ڏينهن ناهن پوءِ انهن ۾ تسبيح، تحميد، تهليل ۽ تڪبير گهڻي پڙهندا ڪيو" رواه الطبراني في الڪبير باسناد جيد.

1. سعيد بن جبير حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان جيڪا روايت آندي آهي انهيءَ جا هي الفاظ آهن. رسول الله ﷺ جن فرمايو "ڪو به ڏينهن الله وٽ جو انهن ۾ الله وٽ عمل ڪرڻ وڌيڪ پيارو هجي هنن (ذوالحج جي پهرين) ڏهن ڏينهن کان پلوناهي پوءِ انهن ۾ تهليل (لا اله الا الله) ۽ تڪبير (الله اڪبر) ۽ الله جو ذڪر گهڻو ڪيو"(1)

## تڪبيرات التشريق جا احڪام:

1. هي تڪبيرون واجب آهن ۽ انهن ۾ هيٺئن چوڻو آهي اَللّٰهُ اَكْبَرُ، اَللّٰهُ اَكْبَرُ لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاللّٰهُ اَكْبَرُ اللّٰهُ اَكْبَرُ وَلِلّٰهِ الْحَمْدُ".

2. انهن جي وجوب لاءِ شرط آهي ته فرض نماز جماعت سان ادا ڪئي وڃي ۽ ماڻهو مقيم هجي مسافر نه هجي. ان ۾ آزاد هجڻ يا بادشاهه جو هجڻ شرط ناهي.

3. مناسب آهي ته امام جي سلام ورائڻ کان پوءِ متصل تڪبيرون چيون وڃن.

4. ذوالحج جي نائين تاريخ جي فجر واري نماز کان شروع ڪري ۽ تيرهين تاريخ جي وچين نماز کان پوءِ به تڪبيرون هٽي پوريون ڪيون وڃن.

5. جيڪڏهن تشريق وارن ڏينهن ۾ ڪنهن کان ڪا نماز وسري وئي پوءِ انهن ڏينهن ۾ ياد آيس ۽ نماز قضا ڪيائين ته تڪبيرون به قضا ڪندو.

6. جيڪڏهن عورت يا مسافر مقيم جي پويان جماعت

---

(1) اعلاء السنن ص 120 کان 128

سان نماز پڙهي ته اهي به تڪبيرون چوندا پر عورت آهستي چوندي.

4. جيڪڏهن امام تڪبيرون نه چيون ته به جماعتي چوندا ۽ امام جيستائين سنت پڙهڻ يا ڪنهن ٻئي ڪم ۾ مشغول نه ٿئي ته ان جو انتظار ڪندا.

8. جيڪڏهن امام جو وضو ڀڄي پيو ۽ اجان تڪبيرون نه هنيون اٿس ته تڪبيرون هڻندو ۽ وضوء لاءِ تڪبيرن کان اڳ ۾ نه نڪرندو(1).

9. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو فرض اڪيلو پڙهيو ۽ جماعت سان نفل پڙهيائين ته اهو به امام جي اقتداء ۾ تڪبيرون چوي ۽ جيڪڏهن ڪنهن مقيم مسافر جي پويان نماز پڙهي ته اهو مقيم تڪبيرون چوندو.

10. جمعه جي نماز کان پوءِ به تڪبيرون واجب آهن جيئن ظهر نماز کان پوءِ واجب آهن.

11. اڪيلو نماز پڙهندڙ تي حضرت امام ابو يوسف ۽ حضرت امام محمد عليهما الرحمة وٽ تڪبيرون چوڻ واجب آهن انجي ڪري اختلاف کان بچڻ لاءِ اڪيلو به تڪبيرون چوي ته ڀلو آهي(2).

## اضحيه ڪرڻ جو فلسفو:

هر مسلمان ڄاڻي ٿو ته دين اسلام جو بنيادي، اهم عقيدو ۽ اصل توحيد آهي جنهن جو ضد شرڪ آهي.ا سان جي سهڻي پياري رسول الله ﷺ جن جنهن دور ۾ مبعوث ٿيا هئا اهو شديد ظلمت ۽ انڌيري جو دور هو ملت ابراهيميءَ جي حقيقت

(1) فتاوى عالمگيري ص 152 جلد 1 مالا بد منه فارسي ص 212.
(2) بهار شريعت ص 90 حصو 4.

شرڪ ۽ ڪفر جي انڌيرن ۾ گم ٿي ويئي هئي هڪ الله جل جلاله جي بجاءِ هزارن باطل معبودن جي پوڄا شروع ٿي ويئي هئي پوڄا ۽ عبادت جا جيترا رستا رب العزت جل مجده جي لاءِ مخصوص هئا اهي ٻين هٿرادو معبودن جي لاءِ مقرر ڪيا ويا هئا. الله جي لاءِ عبادت جون سڀئي صورتون ٻُتن جي حوالي هيون. ان جو مختصر بيان هي آهي ته مشرڪ پنهنجن باطل معبودن جو نالو وٺي انهن جو ذڪر ۽ وڏائي بيان ڪندا هئا. بتن کي سجدا ڪندا هئا انهن کي حقيقي مددگار سمجهي انهن کان مدد طلب ڪندا ۽ انهن کي معبود مڃي جانورن جي جان جو به مالڪ سمجهي انهن جو نالو وٺي جانور ڪهندا هئا الغرض ته بتن کي مالي ۽ بدني عبادت جو مستحق سمجهندا هئا ۽ بُتن جي جيڪا بدني عبادت ڪندا هئا أن ۾ ٽي شيون نمايان هيون.

1. انهن کي سجدو ڪرڻ.
2. انهن کان دعائون گهرڻ.
3. پنهنجي زبان سان انهن جي وڏائي بيان ڪرڻ ۽ مالي عبادت ۾ جيڪا شيءِ سڀ کان زياده نمايان هئي اها بتن جي نالي سان جانور ڪهي انهن جو تقرب حاصل ڪرڻ هو. پر دين اسلام جنهن جو بنياد خالص توحيد تي هو. شرڪ کي پاڙان پٽي اڇلائڻ کان سواءِ قائم نه ٿي ٿي سگهيو. ان جي صورت هيءَ هئي ته بدني ۽ مالي عبادتون سموريون خالص الله عزو جل جي لاءِ ڪيون وڃن ۽ ان خصوصيت جو نشان هر فرد مسلمان جي پيش نظر هجي پوءِ اهو مسلمان مڪه مڪرمه ۾ هجي يا مدينه منوره ۾ يا ڪنهن شهر ۾ يا ڪنهن ڳوٺ ۾ هجي. توحيد جو نشان ان جي اکيان هجي تانت هر مسلم فرد هر قدم تي اسلام جي آثار ۽ علامات ۽ توحيد جي جهنڊي جي

هيئان پنهنجي دين ۽ ايمان کي محفوظ رکندي اسلامي زندگي بسر ڪري ان حڪمت جي تحت هر شهر ۽ ڳوٺ ۾ مسجدون ۽ ان ۾ پنج وقت اذان ۽ نماز باجماعت مقرر ڪئي وئي جيڪا بدني عبادت جي سيني شعبن تي حاوي ۽ متعدد ديني شعائر جو مجموعو آهي ۽ ان حڪمت جي تحت مالي عبادت جو نمايان پهلو (بتن جي لاءِ جانور ڪهڻ) بتن کان هٽائي سچي معبود بالحق الله عزو جل جي لاءِ مخصوص ڪندي هڪ ديني شعار جي صورت ۾ اجتماعي عبادت جي شڪل ڏئي هر شهر ۽ هر ڳوٺ ۾ انکي جاري ڪيو ويو آهي ۽ جڏهن ته عبادت بدني ۽ عبادت مالي عبادت هجڻ ۾ ٻئي شريڪ آهن ان جي ڪري جيئن بدني عبادت جون انفرادي ۽ اجتماعي ٻئي صورتون آهن. وتر، سنتون، نوافل وغيره هر شخص جدا جدا پڙهي ٿو۽ فرض، جمعه، عيدون مسلمان ملي اجتماعي صورتن ۾ ادا ڪن ٿا بالڪل اهڙي طرح مالي عبادت جو به حال آهي ته هر شخص جڏهن به ڪو جانور ذاتي ضرورتن يا مذهبي حاجت لاءِ ذبح ڪري ته اهو الله عزوجل جي رضا ۽ تقرب لاءِ ان جي ئي اسم سان ذبح ڪري. جيڪڏهن مسلم امت قربانيءَ جي ڏينهن ۾ اها عبادت اجتماعي صورت ۾ ادا ڪري جيئن اذان، نماز باجماعت جمعه ۽ عيدين جو نمازون شعائر الله ۾ داخل آهي. تيئن هر ڳوٺ ۾ قرباني به دين جي شعائر ۾ داخل آهي. مرو جه قرباني توحيد جي عقيدي کي باقي ۽ دائم رکڻ تي دلالت ڪندڙ عظيم الشان يادگار آهي جيڪا اسلام جي داعي حضور ﷺ جي دور کان هلندي آئي آهي ۽ انشاء الله تعالىٰ قيامت قائم ٿيڻ تائين هلندي رهندي ۽ جيستائين هن ڌرتيءَ تي لا اله الا الله محمد رسول الله پڙهڻ وارا هوندا ته اهي اسلامي شعائر به هلندا رهندا.

## اضحيہ جي معنيٰ، فضائل ۽ مسائل:

الاضحية- شرعي محاوره ۾ ان جانور جو نالو آهي، جيڪو أضحىٰ جي ڏينهن ۾ الله تعالىٰ ڏانهن ويجهڙائي حاصل ڪرڻ جي نيت سان ڪٺو ويندو آهي.

## اضحيه جي فضيلت:

1. ام المومنين سيده عائشه حضورﷺ جن کان روايت آندي آهي تہ پاڻ فرمايائون: "يوم النحر (ذوالحج جي ڏهين تاريخ) ۾ انسان جو ڪو بہ عمل الله تعالىٰ وٽ (قربانيءَ ۾) رت وهائڻ کان وڌيڪ پيارو ناهي، ۽ اهو جانور قيامت جي ڏينهن پنهنجن سگن، وارن ۽ کُرن سميت ايندو ۽ قرباني جو رَت زمين تي ڪرڻ کان پهريان الله وٽ قبوليت جي مقام ۾ پهچي ٿو. ان جي ڪري اها دل جي خوشي سان ڪريو"(1)

3. حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ: حضورﷺ جن فرمايو: "جيڪو پيسو عيد جي ڏينهن قربانيءَ ۾ خرچ ڪيو ويو ان کان وڌيڪ (الله وٽ) ڪو بہ پيسو پيارو ناهي."(2)

4. حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اصحابن عرض ڪيو تہ يا رسول الله! هي قربانيون ڇا آهن؟ پاڻ فرمايائون" اوهان جي بابي (حضرت) ابراهيم (علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة واسلام) جي سنت آهي." اصحابن عرض ڪيو تہ "اسان جي لاءِ انهن ۾ ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ "هر وار جي بدلي ۾ نيڪي" عرض ڪيائون تہ أن جو ڇا حڪم آهي؟ فرمايائون تہ "أن ۾ هر وار جي بدلي ۾ نيڪي"(3)

---

(1) مشڪواة ص 128.
(2) مشڪواة ص 129.
(3) مشڪواة ص 129.

### اضحيه جي اهميت:

قرآن ڪريم جي لفظ مبارڪ "وَانْحَرْ" (۽ قرباني ڪر) مان به ثابت آهي ته حضور ﷺ جي حديثن مان به واضح آهي.

### نبوي فرمان:

حضور ﷺ جن فرمايو: "مَنْ كَانَ لَهُ مال فَلَمْ يُضَحِّ فَلَايَقْرَبَنَّ مُصَلَّانَا" (يعني جنهن وٽ مال ملڪيت آهي پوءِ به اُضحيه نه ٿو ڪري ته اهو اسان جي عيدگاهه ڪي ويجهو ئي نه اچي.

2. حضور ﷺ جن فرمايو: "مَنْ وَجَدَ سَعَةً فَلَمْ يُضَحِّ فَلَا يَقْرَبَنَّ مُصَلَّانَا." (يعني: جنهن طاقت رکي پوءِ به اضحيه نه ڪيائين ته اهو اسان جي عيدگاهه ڪي ويجهو ئي نه اچي.(1)"

### عيد نماز ڪان اول اضحيه نه ڪجي:

1. صحيح بخاري ۾ حضرت براء رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته (عيد جي ڏينهن) حضور ﷺ فرمايو "سڀ ڪان پهريون جيڪو ڪم اسين اڄ ڪنداسون اهو هي آهي ته نماز پڙهنداسون ان ڪان پوءِ قرباني ڪنداسون. جنهن ائين ڪيو ان اسان جو (رستو) ورتو ۽ جنهن نماز ڪان اڳي قرباني ڪئي اهو گوشت آهي جيڪو ان جي گهر وارن لاءِ تيار ڪيو ويو آهي. قرباني سان ان جو ڪو تعلق ناهي." حضرت ابو برده رضي الله عنه نماز ڪان پهريان اضحيه ڪري چڪو هو (ان خيال سان ته ان جا پاڙي وارا غريب هئا انهن کي گوشت ملي وڃي) اٿي عرض ڪيائين ته يا رسول الله! مون وٽ ٻڪريءَ جو ڇهن مهينن جو ڦر آهي اهو وري اضحيه لا ڪهان ؟ پاڻ فرمايائون

(1) مشڪواة ص 126.

تہ "تون اهو پلي اضحیٰ جي لاءِ کھي ڇڏ پر توکان سواءِ ٻئي لاءِ ڇهن مهينن جو ڦر ڪافي نہ ٿيندو"(1).

## آل ۽ امت تي ڪرم نوازي:

امام مسلم حضرت ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت ڪئي آهي تہ حضورﷺ جن فرمايو: "سنگن وارو دنبو آڻيو جيڪو ڪارڻ ۾ هلي ۽ ڪارڻ ۾ ويهي ۽ ڪارڻ ۾ ڏسي" (يعني ان جا پيرڪارا هجن ۽ پيٽ ڪارو هجي ۽ اکيون ڪاريون هجن) اهڙو دنبو قرباني لاءِ حاضر ڪيو ويو. حضورﷺ جن فرمايو "عائشہ! ڇري ڪٺي اچ" وري فرمايائون تہ "ان کي پٿر تي (ڇيرو ڏئي) تکو ڪر" پوءِ اها ڇُري ورتي، دنبي کي ليٽايائون ۽ ان کي ڪُٺائون پوءِ فرمايائون تہ- "بِسۡمِ اللهِ اللّٰهم تقبّل من مَحمّدٍ وَ آلِ محمّدٍ وَ مِنۡ امّة محمّدﷺ" يا الله هي محمدﷺ ۽ محمدﷺ جي آل ۽ محمدﷺ جي امت جي طرفان قبول فرماءِ(2).

2. ابو داؤد، ابن ماجه ۽ دارمي حضرت جابر رضي الله عنہ کان روايت آندي آهي تہ حضورﷺ جن عيد الاضحیٰ ۾ ٻہ دنبا سڱن وارا خصي ڪيل ذبح ڪيا جڏهن انهن جو منهن قبلي ڏانهن ڪيائون تہ هي دعا جا الفاظ پڙهيائون "اِنّي وَجّهتُ وَجۡهِيَ لِلّذي فَطَرَ السّمٰوٰت والارض علیٰ مِلةِ ابراهيمَ حنيفًاوّمَا انا مِنَ الۡمشرڪين انّ صلاتي ونسُڪي و محياي و مماتي لِلّٰه ربّ العٰلمين. لاشريڪ لَهٗ وَ بِذٰلِڪ اُمِرۡتُ و انا من المُسلمين. اَللّٰهُمّ عَن محمّدٍ وَ اُمّتِه بِسۡمِ اللهِ وَ اللهُ اَڪۡبَرُ "بلاشڪ مون متوجہ ڪيو پنهنجي منهن کي ان (الله) جي لاءِ جنهن آسمانن ۽

(1) مشڪواة ص 126.
(2) مشڪواة ص 128.

زمين کي پيدا ڪيو (حضرت) ابراهيم جي ملت تي (جيڪو حق ڏانهن ورندڙ باطل کان منهن موڙيندڙ هو ۽ مان مشرڪن مان نہ آهيان. بلاشڪ منهنجي نماز ۽ حج جا ارڪان ۽ منهنجي حياتي ۽ منهنجي وفات الله جهانن جي رب لاءِ آهي ان جو ڪو بہ شريڪ ناهي ۽ مون کي ان جو امر ڪيو ويو آهي ۽ مان مسلمانن مان آهيان. اي منهنجا الله! تنهنجي طرفان تنهنجي لاءِ محمد ۽ ان جي امت جي طرفان. الله جي نالي الله سڀ کان وڏو آهي) ان کان پوءِ انهن کي ذبح ڪيائون ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ حضور ﷺ جن هيئن فرمايو: "يا الله! هي منهنجي طرفان آهي ۽ منهنجي ان امتي جي طرفان جنهن (غريب هجڻ جي ڪري) اضحيہ نہ ڪئي"(1)

### حضور پاڪ عليہ الصلواة والسلام جن جي طرفان اضحيہ ڪرڻ:

ترمذي حُنش کان روايت آندي آهي تہ: مون حضرت علي رضي الله عنہ کي ڏٺو تہ بہ دُنبا قرباني ڪندو هو. مون ڪين عرض ڪيو تہ هي ڇا جي ڪري؟ پاڻ فرمايائون تہ: مون کي رسول الله ﷺ جن وصيت فرمائي هئي تہ مان سندن طرفان قرباني ڪندو رهان. ان جي ڪري مان سندن طرفان قرباني ڪندو آهيان."(2)

### قربانيءَ کان سواءِ قربانيءَ جو ثواب:

ابوداؤد ۽ نسائي حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آندي آهي تہ حضور عليہ الصلواة والسلام جن

---

(1) ساڳيو حوالو.
(2) مشڪواة صہ 128.

فرمايو”مون کي يوم الاضحیٰ جو حڪم ڏنو ويو آهي. ان ڏينهن کي الله تعالیٰ هن امت جي لاءِ عيد الاضحیٰ بنايو آهي.“ هڪ شخص عرض ڪيو تہ: مون وٽ ڪير ڏوهڻ لاءِ اوڌاري ورتل جانور ڪان سواءِ ٻيو ڪو جانور ناهي تہ ڇا اهو اضحيہ ڪري ڇڏيان؟ پاڻ فرمايائون تہ ”نہ“ ها تون پنهنجا وار ننهن لاهي ۽ مڇون ڪتري، هيٺين سنوارت بہ ڪري ڇڏ تہ ان ۾ تنهنجي قرباني پوري ڪٿي ويندي“(1) يعني جنهن کي قربانيءَ جي توفيق نہ هجي ان کي اهي ڪم ڪرڻ سان قربانيءَ جو ثواب حاصل ٿيندو.

**قرباني ڪرڻ واري لاءِ (مستحب طور) ننهن ۽ وار نہ لاهڻ جو حڪم:**

مسلم، ترمذي، نسائي ۽ ابن ماجه ام المؤمنين ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آندي آهي تہ: حضورﷺ جن فرمايو: ”جنهن ذوالحج جو چنڊ ڏٺو ۽ ان جو قرباني ڪرڻ جو ارادو آهي تہ جيستائين قرباني ڪري تيستائين پنهنجا وار ۽ ننهن نہ لاهي“(2)

## پهرين قرباني ڪهڙي آهي؟

امام احمد جي روايت آهي تہ: حضورﷺ جن فرمايو: ”افضل قرباني اها آهي جو (قربانيءَ جو جانور / اعلیٰ قيمت وارو ۽ ٿلهو گهڻو هجي“،

---

(1) ساڳيو حوالو ص 121

(2) مشڪواة ص 127

## رات جو قرباني نہ ڪجي:

طبراني حضرت ابن عباس رضي الله عنہ کان روايت آندي آهي تہ: حضور ﷺ جن رات جو قرباني ڪرڻ کان روڪيو.

رات جو قرباني ڪرڻ مڪروه تنزيهي آهي، ڇو تہ اونده جي ڪري ڪُهڻ ۾ غلطي جو امڪان آهي ـ (1) ٻرهن ڏو رهم بجليءَ جي روشني ستي ڪري سگهجي ٿي ـ

## ڪهڙن جانورن جي قرباني منع آهي:

امام احمد ۽ ٻين حضرت علي رضي الله عنہ کان روايت آندي آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ: چئن قسمن جي جانورن جي قرباني منع آهي. 1. ڪاڻو جنهن جو ڪاڻو هجڻ ظاهر آهي. (2) بيمار جنهن جي بيماري ظاهر آهي. (3) منڊو جنهن جي منڊائپ ظاهر آهي. (4) اهڙو ڪمزور جنهن جي هڏن ۾ مِک نہ رهي هجي.(2)

اهڙي معنىٰ واري روايت امام مالڪ، احمد، ترمذي ابو داؤد، نسائي، ابن ماجہ ۽ دارمي حضرت براءِ بن عازب رضي الله عنہ کان بہ آندي آهي.(3)

2. ترمذي، ابو داؤد، نسائي، دارمي ۽ ابن ماجه حضرت علي رضي الله عنہ کان روايت آندي آهي تہ: رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ”اسين (قرباني جي) جانورن جا ڪن ۽ اکيون غور سان ڏسون ۽ اهو جانور قرباني نہ ڪيون جنهن جي ڪن جو اڳيون حصو ڪٽيل هجي ۽ اهو جنهن جي ڪن جو پويون حصو ڪٽيل هجي ۽ نہ ان جي جنهن جو ڪن ڦاٽل هجي يا ڪن ۾ سوراخ هجيس.

---

(1) تكملہ البحر الرائق ص 174

(2) مشكواة ص 128.

(3) المبسوط للسرخسي ص 8 جزء 12 جلد 6

## اضحيہ جي متعلق فقهي مسائل:

ڄاڻ گهرجي تہ "الله عزوجل جي واٽ ۾ مال ڪپائڻ سان قرب حاصل ڪرڻ ٻہ قسم آهي (1) ڪنهن کي مالڪ بنائڻ سان جيئن عام خير، زڪواة، فطره وغيره (2) تلف ڪرڻ سان جيئن ٻانهون آزاد ڪرڻ ۽ اضحيہ ۾ اهي ٻئي معنائون موجود آهن. رت هارڻ تلف ڪرڻ آهي ۽ گوشت ڏيڻ مالڪ بنائڻ آهي.

## اضحيہ جو حڪم:

ذهن ۾ وهارڻ گهرجي تہ اضحيہ ٻہ قسم آهي. (1) واجب. (2) نفل. واجب ٻہ ٽي قسم آهي. (1) اها جيڪا غني ۽ فقير ٻنهي تي واجب آهي. (2) جيڪا صرف مسڪين تي واجب آهي. (3) جيڪا صرف غني تي واجب آهي. (4) جيڪا غني ۽ مسڪين ٻنهي تي واجب آهي. اها نذر ڪيل اضحيہ آهي، جو انهن مان ڪو چوي تہ: مون تي الله جي رضا لاءِ هي واجب آهي تہ مان ٻڪري يا اٺ وغيره اضحيہ ڪندس- تہ اها چونڊڙ تي واجب آهي ۽ جيڪا صرف مسڪين تي واجب آهي سا هيئن آهي جو مسڪين چوي تہ: مون تي الله جي رضا لاءِ اضحيہ ڪرڻ لازم آهي. پوءِ اضحيہ جي ڏينهن ۾ نصاب جو مالڪ ٿي ويو تہ ان تي ٻہ اضحيون واجب آهن. هڪ پهرئين قول جي ڪري ٻي نصاب جي مالڪ ٿيڻ جي ڪري، ۽ جيڪا غني تي واجب آهي اها نصاب جي مالڪ ٿيڻ جي ڪري آهي. پر جيڪا نفل آهي سا جيئن مسافر اضحيہ ڪري تہ اها نفل آهي.(1)

---

(1) فتاویٰ عالمگيري ص 291 جزء 12 جلد 5

## نصاب جي صاحب تي اضحيه واجب آهي:

نذر ۽ ڪنهن جانور کي مسڪين جي طرفان اضحيه جي لاءِ خريد ڪرڻ کان سواءِ غني نصاب جي مالڪ جيڪو آزاد، مسلمان، مقيم غير مسافر آهي ان تي حياتي جي نعمت جو شڪر ادا ڪرڻ ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جي ميراث کي زنده رکڻ لاءِ جو ان انهن ڏينهن ۾ دنبو قربان ڪيو هو. اضحيه ڪرڻ واجب آهي(1)

فرمان عالي شان آهي" جنهن عيد کان پهريان اضحیٰ ڪئي آهي اهو وري ڪري ۽ جنهن نه ڪئي آهي اهو الله جي نالي تي ذبح ڪري" هي امر آهي جنهن سان وجوب ثابت ٿئي ٿو ۽ هن ۾ مخصوص وقت ڏانهن نسبت ڪري "يوم الاضحیٰ" چوڻ به وجوب جو فائدو ڏي ٿو.(2) اضحيه جو نصاب زڪوات وانگر ناهي فطري وانگر آهي. ڪافر تي اضحيه ڪرڻ واجب ناهي پر جيڪڏهن ڪو شخص ايام الاضحیٰ جي شروع ۾ ڪافر هو ۽ انهن ڏينهن ۾ مسلمان ٿيو ۽ نصاب جو صاحب آهي ته ان تي اضحيه واجب آهي. ٻانهي تي واجب ناهي. مسافر تي واجب ناهي. ان حڪم ۾ عورت ۽ مرد برابر آهن انهن ۾ فرق ناهي(3)

## اضحيه ڪرڻ جو وقت:

اضحيه ڪرڻ جو وقت ايام النحر (ڏهين، يارهين ۽ ٻارهين)تاريخون آهن. "حضور ﷺ جن جو فرمان آهي ته"اهي اضحيه جا ڏينهن آهن" جڏهن ٽئين ڏينهن (ٻارهين تاريخ) جو

(1) هدايه ص 443 جلد 2
(2) المسبوط ص 9 جزء 11 جلد 6
(3) عالمگيري ص 292 جلد 5

سج لٿو ته اضحيه جو وقت ختم ٿي ويو.

مسئلو: اضحيه ۾ اٺ، ڏڳو، ۽ ڇهرو- ٻڪر يا ڏُنبو يا انهن قسمن مان مادي جائز آهي، بلڪ اضحيه انهن جانورن سان مخصوص آهي.(1)

مسئلو: جيڪڏهن ڪنهن غريب نه اضحيه جو نذر ڪيو آهي ۽ نه اضحيه جي نيت سان جانور خريد ڪيو آهي ته ان جي اضحيٰ نفلي آهي.

مسئلو: مسافر تي اضحيه نه هجڻ جي ڪري حجاج ڪرام تي به اضحيه واجب ناهي ڇو ته اهي مسافر آهن پر جيڪڏهن مکه مڪرمه جو رهاڪو حج ٿو ڪري ۽ نصاب جو مالڪ آهي ته ان تي اضحيه ڪرڻ واجب آهي.(2)

مسئلو: جيڪو شخص ٻه سؤ درهمن يا ويهن دينارن جو مالڪ آهي يا اصلي حاجتن کانسواءِ ڪنهن اهڙي شيءِ جو مالڪ آهي جنهن جي قيمت ٻه سؤ درهم يا ويهه دينار آهي ته ان تي قرباني واجب آهي.

مسئلو: جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو وٽ ڪجهه پيسا وغيره آهن پر ان تي قرض به آهي، جيڪڏهن قرض جو حساب ڪٽجي ٿو ته نصاب جو مالڪ نه ٿو رهي ته ان تي قرباني واجب ناهي.

مسئلو: جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ وٽ هڪ گهر اونهاري ۽ هڪ سياري لاءِ آهي ته صرف انهن ٻن گهرن جي ڪري نصاب جو صاحب نه ٿيندو، ها جيڪڏهن ان وٽ ٽيون گهر به آهي جنهن جي قيمت نصاب جيتري يا ان کان وڌيڪ آهي ته ان تي

---

(1) المبسوط ص 9 جزء 11 جلد 6

(2) ساڳيو حوالو.

قرباني واجب آهي.

**مسئلو:** بالغ اولاد يا زال جي طرفان جيڪڏهن قرباني ڪري ٿو ته انهن کا٠ اجازت وٺي- انهن جي اجازت کانسواءِ جيڪڏهن اضحيه ڪيائين ته انهن جي طرفان ادا نه ٿيندي.

**مسئلو:** قرباني ڪرڻ سان ان جي ذمي کان آزاد ٿيندو ۽ اخلاص سان ڪرڻ جي ڪري ثواب به ملندس.

**مسئلو:** جيڪڏهن ڪنهن شخص وٽ قرباني جي شروعات ۾ شرط موجود نه هئا ۽ آخر ۾ موجود ٿيا ته قرباني ڪندو- پر جيڪڏهن شروعات ۾ شرط موجود هئا پر اجان ڪئي نه هيائين ۽ پونين ڏينهن ۾ شرط موجود نه رهيا ته واجب نه رهندي.

**مسئلو:** قرباني جي ڏينهن ۾ قرباني ڪرڻ ئي واجب آهي بي ڪا شيءِ ان جي قائم مقام نه ٿيندي.

مثال طور: پئسا خيرات ڪري يا ٻڪري وغيره ڪنهن کي خيرات ۾ ڏئي ڇڏي ته اهو جائز ناهي(1)

### حصيدار گوشت توري ڪٽن انڪل سان نه ڪٽن:

جيڪڏهن ڪنهن جانور ۾ ست پائيوار آهن ته ضروري آهي ته گوشت توري ڪٽن- اندازي سان نه ڪٽندا ۽ نه اهو سوچيندا ته گهٽ وڌ هڪ ٻئي کي معاف ڪندا. ڇوته اهو توري برابر ڪٽڻ شريعت جو حق آهي ٻانهي کي ان جي معاف ڪرڻ جو حق ناهي(2)

**مسئلو:** جيڪڏهن ڪنهن شهر ۾ ٻن جاين تي عيد نماز ٿئي ٿي ۽ وقت اڳي پوءِ ڪن ٿا ته پهرين نماز ٿيڻ کان پوءِ

---

(1) عالمگيري صه 292 — 293 جلد 5

(2) بهار شريعت صه 113 حصو 15

اضحيٰ ڪرڻ جائز آهي. ضرور ناهي تہ سڀني جاين تي عيد نماز ٿي وڃي تہ پوءِ سڀ اضحيہ ڪن. **مسئلو:** امام نماز پڙهائي تہ پوءِ قرباني ڪئي وڃي.

**مسئلو:** قربانيءَ جا ڏينهن گذري ويا ۽ جنهن تي قرباني واجب هئي، ان نہ ڪئي تہ ان کان قرباني فوت ٿي وئي هاڻي نہ ٿي سگهندي. پر جيڪڏهن انهن قربانيءَ لاءِ جانور مقرر ڪري ڇڏيو هو تہ اهو جانور جيئرو صدقو ڪري ڇڏيندو ۽ جيڪڏهن اهو ڪهي وينو آهي تہ ان جو سمورو گوشت صدقو ڪري پاڻ نہ کائي. ۽ جيڪڏهن ان مان ڪجهہ کائي وينو تہ ان جي قيمت صدقو ڪري.

**مسئلو:** جنهن جانور جي قرباني واجب هئي قربانيءَ جي ڏينهن گذرڻ کان بعد اهو وڪڻي ڇڏيائين تہ ان جا ملهہ وارا پئسا صدقو ڪري ڇڏي(1)

**مسئلو:** جيڪڏهن ڪنهن شخص وصيت ڪئي تہ ان جي طرفان اضحيہ ڪئي وڃي پر اهو نہ ڇيائين تہ ٻڪري يا ڪو ٻيو جانور ۽ نہ قيمت بيان ڪيائين تہ اها وصيت جائز آهي ۽ ٻڪريءَ جي قرباني ڪرڻ سان وصيت ادا ٿي ويندي.(2)

**قربانيءَ جي جانور جي متعلق مسئلا**

1. قرباني ۾ اٺ- ڏڳو ڀهرو ٻاڪرو ۽ رڍيو مال. پاڏو ۽ انهن جا سڀ قسم نر يا مادي خصي ٿيل يا نہ سڀ ٿي سگهن ٿا.

2. جهنگلي جانور جيئن هرڻ يا ڦاڙهي وغيره جي قرباني ڪرڻ جائز ناهي.

3. گهريلو ۽ جهنگلي جانور جي ملڻ سان جيڪو جانور

---

(1) بهار شريعت صہ 113 حصو 15.

(2) عالمگيري صہ 294 جلد 5.

پيدا ٿئي مثال طور هرڻ ۽ ٻڪريءَ جي ملڻ سان ته ان ۾ ماءُ جو اعتبار آهي يعني ان ڦر جي ماءُ ٻڪري آهي ته اهو قربانيءَ ۾ جائز آهي ۽ جيڪڏهن ٻڪر هرڻيءَ تي چڙهيو آهي ۽ پوءِ ڦر پيدا ٿيو آهي ته ڦر قربانيءَ ۾ جائز ناهي(1)

4. قربانيءَ جي جانور جي عمر هن طرح هجي. اٺ جي عمر گهٽ ۾ گهٽ پنج سال- ڳابي يا پاڏي جي عمر گهٽ ۾ گهٽ ٻه سال، ٻڪر يا دنبي جي عمر گهٽ ۾ گهٽ هڪ سال- ان کان گهٽ عمر وارو قربانيءَ ۾ جائز ناهي. دنبويا ڇيلو جيڪڏهن عمر ۾ گهٽ آهي پر اهڙو سگهو ۽ ٿلهو آهي جو ڏسڻ ۾ سال جو ٿو اچي ته ان جي قرباني جائز آهي.(2)

5. ڇيلي جي قيمت يا گوشت جيڪڏهن ڳابي جي ستين حصي جي برابر آهي ته ڇيلو قرباني ڪرڻ ڀلو آهي ۽ جيڪڏهن گوشت گهٽ وڌ ٿئي ٿو ته جنهن ۾ گوشت گهڻو هجي اهو قرباني ڪجي.(3)

6. قربانيءَ وارو جانور عيب کان خالي هجي. انڌو، ڪاڻو، منڊو ۽ گهڻو ڪمزور يا مريض جانور قرباني نه ڪجي اهو جائز ئي ناهي. ۽ا صل ڳالهه هي آهي ته گهڻو عيب نه هجي باقي ٿورو عيب مانع ناهي.

7. ڪن ڪٽيل جانور قرباني نه ڪبو چو ته حضور ﷺ جن فرمايو آهي "إِسْتَشْرِفُوا الْعَيْنَ وَالْأُذُنَ" اک ۽ ڪن جي چڱي طرح جاچ ڪيو. هي حديث طبراني حضرت حذيفه رضي الله عنه کان آندي آهي. كذا قال الزيلعي فى الدراية في تخريج

---

(1) عالمگيري ص 297 جلد 5

(2) عالمگيري ص 297 جلد 5

(3) مع ردالمحتار ص 774- ج 1

احاديث الهداية(1)

8. جنهن جانور جو پڇ ڪٽيل آهي اهو به قربانيءَ ۾ جائز ناهي ڇو ته پڇ به ان جو ڪامل عضوو آهي. ان جو حڪم ڪَن وارو آهي.

9. جنهن جانور جي ڪن يا پڇ جو گهڻو حصو ڪٽيل آهي ته قربانيءَ ۾ ناجائز آهي پر جيڪڏهن ٿورو ڪٽيل آهي ته جائز آهي.

10. جنهن جانور کي سڱ ناهن ان جي قرباني ڪرڻ جائز آهي ڇو ته. سڱن سان ڪو مقصد تعلق نه ٿو رکي.

11. اهڙي طرح جنهن جو سڱ پڳل آهي اهو به اضحيه ڪري سگهجي ٿو.

12. خصي جانور به جائـز آهي ڇو ته ان جو گوشت سٺو هوندو آهي ۽ صحيح حديث ۾ آهي ته نبي ڪريمﷺ جن ڇٽ ڪمرا خصي ٽيل به دنبا اضحيه ڪيا هئا.

13. اهڙو جانور جنهن کي ڇريو چئجي جيڪڏهن گاهه چري ٿو ته اهو اضحيه ۾ جائز آهي پر جيڪڏهن گاهه نه ٿو چري ته پوءِ جائز ناهي.

14. جنهن جانور جا ڏند ناهن ۽ جنهن کي ڄمندي ڪن ناهن اهي به اضحيه ۾ ناجائز آهن پر جيڪڏهن ڪنهن جانور کي خريد ڪرڻ وقت عيب نه هو پوءِ ٿيو آهي ته ڏنڊ ويندو جيڪڏهن خريدار غني آهي ته ٻيو جانور خريد ڪندو ۽ جيڪڏهن غريب آهي ته اهو ئي ان لاءِ جائز آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن اضحيه لاءِ خريد ڪيل جانور مري ويو ته غني ٻيو وٺي اضحيه ڪندو ۽ غريب تي ٻيو وٺڻ لازم ناهي.

15. جيڪڏهن ڪنهن جو اضحيه جي لاءِ ورتل جانور گم ٿي ويو يا چوري ٿي ويو پوءِ ان ٻيو خريد ڪيو ۽ اضحيه جي

---

(1) هدايه ۽ ان جو حاشيه 4 ص 447 جزء 4 جلد 2

ڏينهن ۾ پهريون ملي ويو ته غني جي مرضي آهي انهن ٻنهي مان جيڪو وڏيس اهو ڪهي ۽ غريب ٻئي ڪُهندو. جو ته غريب تي اضحيه واجب نه هئي پر ان جڏهن ٻئي جانور اضحيه جي نيت سان ورتا ته ٻئي ڪُهي پر غني تي شرعي لحاظ کان اضحيه واجب هئي اهو هڪ جانور ڪُهڻ سان وجوب کان آزاد ٿي ويندو.

16. جيڪڏهن اضحيه جو جانور ڪهڻ لاءِ ليٽايو ويو ۽ اتي ڦٽڪندي ان جي ٽنگ ڀڄي پئي۽ ڪُهي ڇڏيائين ته اضحيه ٿي ويندي. اهڙي طرح جيڪڏهن ان حالت ۾ عيب وارو ٿي پيو ۽ ڪهنڊڙن کان ڇڏائي ڀڄي ويو پر وٺي ڪُهي ڇڏيائون ته به اضحيه ٿي ويندي(1) جيڪڏهن ستن شخصن هڪ ڏاند اضحيه لاءِ ورتو پوءِ اضحيه کان اڳي انهن مان هڪ مري ويو ۽ ان جي وارثن چيو ته ان جي طرفان اضحيه ڪري ڇڏيو ته جائز آهي.

17. جيڪڏهن ستن ڄڻن اضحيه جي لاءِ جانور ورتو پر انهن ۾ هڪ عيسائي آهي يا هڪڙي جي نيت صرف گوشت جي آهي ته انهن ستن مان ڪنهن جي به اضحيه جائز نه ٿيندي. جو ته ستن جي طرفان هڪ جانور ان وقت جائز هو جڏهن سڀني ڄڻن جي ثواب حاصل ڪرڻ جي نيت هوندي، عيسائي جي نيت قابل قبول ناهي. اهڙي طرح گوشت جي نيت ڪرڻ واري جي به نيت قبول ناهي، ۽ جڏهن بعض جو ثواب نه رهيو ته رت هارڻ ۾ ائين نه آهي جو هڪڙن جو ثواب هجي ٻين جو نه. ان جي ڪري سڀني جي اضحيه نه ٿيندي.

18. جيڪڏهن ستن حصيدارن مان هڪ مري ويو ۽ باقي ڇهن، ستن جي وارثن جي اجازت کان سواءِ، جانور ڪُنو ته به سڀني جي اضحيه جائز نه ٿيندي.

19. ڪنهن ماڻهوءَ وصيت ڪئي ته ان جي طرفان قرباني

---

(1) هدايه ص 448 جزء 4 جلد 2

ڪئي وڃي پر اهو مقرو نہ ڪيائين تہ ڪهڙو جانور ۽ ڪيتري قيمت وارو ڪيو وڃي تہ اها وصيت جائز ۽ ٻڪري جي قرباني سان وصيت پوري ٿي ويندي، پر جيڪڏهن ڪنهن کي وڪيل ڪيائين تہ منهنجي طرفان قرباني ڪجان ۽ نہ جانور مقرر ڪيائين ۽ نہ قيمت تہ اهو وڪيل صحيح نہ رهندو(1)

20. جيڪڏهن ڪنهن قربانيءَ جي باس باسي ۽ مقرر نہ ڪيائين تہ ڳابي جي قرباني ڪندو يا ٻڪريءَ جي تہ ٻڪريءَ جي قرباني ڪرڻ ڪافي آهي. پر باس واري قربانيءَ مان پاڻ نہ کائي سمورو گوشت صدقو ڪري ڇڏي جيڪڏهن کاڌائين تہ اوتري قيمت صدقو ڪري ڇڏي.(2)

21. جنهن جا ٿڻ ڪٽيل يا خشڪ هجن ان جي قرباني ناجائز آهي ٻڪريءَ ۾ هڪ ٿڻ جو خشڪ هجڻ ناجائز هجڻ لاءِ ڪافي آهي ۽ ڳئون يا مينهن ۾ جي ٻہ ٿڻ سڪل هجن تہ ناجائز آهي.

22. جنهن جو نڪ ڪٽيل هجي يا علاج جي ذريعي ان جو کير سڪايو ويو هجي ۽ خنثيٰ جانور جنهن ۾ نر ۽ مادي هجڻ ٻنهي جون نشانيون هجن يا اهڙو جانور جيڪو رڳي گندگي غلاظت کائيندو هجي انهن سڀني جي قرباني ناجائز آهي.

23. جنهن ٻڪر يا دنبي جي اَن لاٿي وئي هجي ان جي قرباني جائز آهي پر جنهن جانور جو پير وڍيل آهي ان جي قرباني جائز ناهي.

24. قربانيءَ سان گڏ ٻيا قربانيءَ کان سواءِ عقيقہ وارو يا حج جي لاءِ تمتُّع ۽ قران ۾ قرباني ڪرڻ وارو ڀائيوار ٿي سگهن ٿا چو تہ اهي ٻہ الله عزو جل جي قرب ۽ رضا حاصل

---

(1) بهار شريعت ص 115 حصو 15.

(2) بها شريعت صہ 115 حصو 15.

ڪرڻ جي لاءِ قرباني ڪري رهيا آهن.(1)

25. ٽن شخصن قربانيءَ جا جانور خريد ڪيا هڪ ڏهن ۾ ٻئي ويهن ۾ ٽئين ٽيهن ۾ ۽ جنهن جيڪو جانور ورتو ان جي واجبي قيمت به اها آهي ۽ اهي ٽئي جانور اهڙا ملي ويا جو خبر نه ٿي پوي ته ڪنهن جو ڪهڙو آهي ۽ ٽنهي ڄڻن اتفاق ڪيو ته هر شخص قرباني ڪري ۽ ائين ئي ڪيو ويو ته ٽنهي جون قربانيون ٿي ويون پر جنهن ٽيهن ۾ خريد ڪيو هو اهو ويهه خيرات ڪري ڇو ته ممڪن آهي ته ان ڏهن وارو قربان ڪيو هجي ۽ جنهن ويهن ۾ خريد ڪيو اهو ڏهه خيرات ڪري ڇو ته ممڪن آهي ته ان ڏهن وارو قربان ڪيو هجي پر جنهن ڏهن ۾ خريد ڪيو هو ان تي ڪجهه به ناهي.

26. جانور جي ڪهڻ کان پهريان ڇُريءَ کي تيز ۽ تکو ڪرڻ گهرجي ۽ کُهڻ کان پوءِ جيستائين جانور ٿڌو نه ٿئي ۽ ان جي سڀني عضون مان روح نڪري نه وڃي ان وقت تائين ان جي نه کل لاهجي نه عضوا ڪٽجن ۽ پلو هي آهي ته جيڪڏهن قرباني ڪندڙ ڪهڻ چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو ته پنهنجي قربانيءَ جو جانور پاڻ کُهي ۽ جيڪڏهن نه ٿو ڄاڻي ته پاڻ کُهڻ وقت اتي موجود هجي. حديث پاڪ ۾ آهي ته حضور ﷺ جن سيده فاطمة الزهرىٰ رضي الله عنها کي فرمايو ته"پنهنجي قربانيءَ لا اٿو ۽ ان وٽ بيهو. ڇو ته انجي ڪهڻ وقت رت جي زمين تي پهرئين قطري ڪرڻ سان (قرباني ڪندڙ) جيڪي گناهه ڪيا هوندا اهي سڀ بخش ڪيا ويندا."اهو ٻڌي حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه عرض ڪيو ته يا نبي الله! ﷺ هي اوهان جي آل جي لاءِ خاص آهي يا عام مسلمانن جي لاءِ به؟ پاڻ فرمايائون ته "منهنجي آل جي لاءِ ته خاص آهي پر عام

---

(1) رد المختار ص774 جلد1

مسلمانن جي لاءِ بہ آهي".(1)

وضاحت:

هي حديث ڪجھہ هدايہ جي لکندڙ علامہ برهان الدين آندي آهي ۽ علامہ زيلعي الدرايہ ۾ ڪيترن محدثن جي حوالي سان آندي آهي ۽ علامہ سرخسي هتي لکيل پوري روايت آندي آهي.(2)

27. قربانيءَ جو جانور مسلمان کان کهرائجي. جيڪڏهن ڪنهن مجوسي يا ٻئي قسم جي مشرڪ کان کهرايو ويو تہ قرباني تہ ڪانہ ٿيندي پر اهو جانور بہ مردار ٿي ويندو. جيڪڏهن ڪنهن اهل ڪتاب کُنو تہ مڪروه ٿيندو.

28. جيڪڏهن ٻن شخصن اضحيہ جا جانور ورتا ۽ ٻنهي پل ۾ هڪ ٻئي جا جانور کهي وڌا تہ ٻنهي جي اضحيہ ٿي ويندي.(3)

29. جيڪڏهن ڪنهن شخص ڪنهن کان ٻڪري ڦُرُ ڪئي ۽ اها اضحيہ ۾ ڪُهي تہ جيستائين ان جي مالڪ کي ان جي قيمت ڏئي راضي نہ ڪندو ان جي اضحيہ جائز نہ ٿيندي.(4)

## قربانيءَ جي گوشت سان متعلق مسئلا:

1. قربانيءَ جو گوشت پاڻ بہ کائي سگهي ٿو ٻئي شخص غني يا مسڪين کي بہ ڏئي سگهي ٿو بلڪ قرباني ڪندڙ کي ان مان ڪجھہ کائڻ مستحب آهي.

2. پلو آهي تہ قربانيءَ جي گوشت جا ٽي حصا ڪيا وڃن.

---

(1) هدايہ مع حاشيہ الدرايہ صہ 450 جزء 4 جلد 2

(2) المبسوط ص 18 جلد 6

(3) هدايہ ص 451 جزء 4 جلد 2

(4) عالمگيري ص ج

هڪ حصو غريبن لاءِ ٻيو حصو دوستن ۽ مٽن مائٽن لاءِ ٽيون حصو پنهنجي گهر وارن جي لاءِ. ٽئين حصي کان گهٽ صدقو نہ ڪري. سمورو گوشت صدقو ڪري ڏيڻ بہ جائز آهي ۽ جيڪڏهن سمورو گوشت پاڻ گهر ۾ رکي ڇڏي تہ بہ جائز آهي. ۽ جيڪا حديث ان جي منع لاءِ آهي اها منسوخ ٿيل آهي ۽ جيڪڏهن ان جو اهل عيال گهڻو آهي ۽ پاڻ ايترو مالدار ناهي (جو ٻيو گوشت وٺي انهن کي کارائي) تہ سمورو گوشت پنهنجن ٻارن ٻچن لاءِ رکي ڇڏي.(1)

3. قربانيءَ جو گوشت حربي ڪافر کي نہ ڏنو ويندو.(2)

4. جيڪڏهن ڪنهن نذر ڪيو آهي تہ مان اضحيہ ڪندس تہ اهو ان جي گوشت مان نہ پاڻ کائيندو نہ ڪنهن غني کي ڏيندو بلڪ اهو سمورو گوشت صدقو ڪري ڇڏڻ واجب آهي.

5. ميت جي طرفان قرباني ڪيائين تہ ان جو حڪم بہ ساڳيو آهي جو ان جو گوشت پاڻ بہ کائي دوستن کي بہ کارائي. اهو ضروري ناهي تہ سمورو گوشت صدقو ڪري ڇڏي، پر جيڪڏهن مَيت چيو هو تہ منهنجي طرفان اضحيہ ڪيو تہ ان مان پاڻ نہ کائي بلڪ سمورو گوشت صدقو ڪري ڇڏي(3)

6. قربانيءَ جي کل، ان جي مٿان وڌل جهل، ان جي رسي، ان جي ڳچيءَ ۾ وڌل هار وغيره سڀ صدقو ڪري ڇڏي. قربانيءَ جي کل کي پنهنجي ڪم ۾ بہ آڻي سگهي ٿو. يعني ان کل کي باقي رکندي پنهنجي استعمال ۾ رکي تہ پلي رکي. مثلاً ان کي نماز لاءِ مصلو بنائي، ان مان پاڻي جي ڪلي ناهي

(1) هدايہ صہ 452 جز 14 جلد 6

(2) بهار شريعت صہ 120 حصو 15

(3) رد المحتار ص 774 ج 1

يا کوهه مان پاٽي ڪڍڻ لاءِ ان مان بوڪو بنائي يا ڪتابن جي جلد ۾ ڪم آڻي ته جائز آهي ۽ ان مان ناهيل شي ڪرايي تي نه ڏي. جيڪڏهن ڏيندو ته اهو ڪرايو به صدقو ڪري ڇڏي.

7. قربانيءَ جي کَلَ کي اهڙين شين سان مٽائي سگهي ٿو جن کي باقي رکندي انهن مان فائدو حاصل ڪري سگهجي. جيئن ڪتاب وغيره. اهڙين شين سان نه ٿو مٽائي سگهجي، جنهن مان نفعو وٺڻ سان اهي ختم ٿي وڃن. جيئن ماني، گوشت، پئسا وغيره پر جيڪڏهن قرباني جي کل جي بدلي ۾ اهڙيون شيون ورتائين ته اهي صدقو ڪري ڇڏي.(1)

8. جيڪڏهن قرباني جي کل پئسن تي کپايائين ان ارادي سان ته اهي پنهنجي ڪم ۾ نه آڻيندو پر ان ارادي سان ته اهي صدقو ڪندو ته جائز آهن.(2) جيئن هن دور ۾ ماڻهو قرباني جون کلون ديني مدرسن ۾ ڏين ٿا يا کل وڪڻي ان جا پئسا به ٿن مسڪينن ۾ ورهائن ٿا هت اهو وڪڻڻ جائز آهي. ان ۾ ڪو حرج ناهي ۽ حديث ۾ جيڪا وڪڻڻ جي منع آئي آهي اها پنهنجي لاءِ وڪڻڻ کان آئي آهي.(3)

9. گوشت جو به اهو حڪم آهي جيڪڏهن اهو اهڙي شي جي بدلي ۾ ڏنائين جيڪا رکي نه ٿي سگهجي ته اها صدقو ڪري ڇڏي(4)

10. قربانيءَ جي جانور کي کهڻ کان پوءِ جيڪڏهن ان جي چربي، منڍي، پاوا، اُنَ ۽ ڏڏل ڪير جو به اهو حڪم آهي. ته جيڪڏهن اهي نه رکي سگهڻ وارين شين جي بدلي ڏنا ويا ته

---

(1) ردالمحتار مع درمختار [illegible] 775 ج 1
(2) عالمگيري ص 294 ج 5
(3) بهار شريعت ص 120 حصو 5
(4) هدايه ص 450 جزء 4 جلد 2.

اهي مليل شيون صدقو ڪيون ويندڀون.(1)

11. قربانيءَ جي جانور جي کل يا گوشت يا اُن مان ڪا به شيءِ کهندڙ کي کَهڻ جي بدلي ۾ ڏيڻ ناجائز آهي. ڇو ته حضور ﷺ جن حضرت علي رضي الله عنه کي فرمايو هو ته "قرباني وارن جانورن جون جُهلون ۽ رسيون به صدقو ڪري ڇڏ ۽ کهندڙ جي مزدوري وارو حساب ان مان نه ڏي"(متفق عليه من حديث علي بمعناه). اضحيه واري جانور کي کُهڻ کان اڳي ان جي اُن لاهي ان مان نفعو وٺڻ يا ان جو کير ڏهي ان کان نفعو وٺڻ مڪروه آهي. ۽ جيڪڏهن ان ۾ کير آهي ته ان کي ٿڌو پاڻي هڻندو رهي ته اهو کير سڪي ويندو ۽ جيڪڏهن قربانيءَ جو جانور ايترو وقت اڳ ۾ ورتو ويو جو کير سڪڻ کان پوءِ ورءِ ۾ نئين ڪير ٿي ٿو وڃي ته پوءِ کير ڏهي صدقو ڪري ڇڏجي.(2)

12. قربانيءَ جي لاءِ ڏاچي يا ڍڳي يا مينهن يا ٻڪري يا رڍ ورتائين ۽ کُهڻ کان پهريان ان ڦرُ ڏنو ته اهو ڦر به کُهي يا وڪڻي ان جي قيمت صدقو ڪري- پر جيڪڏهن اهو ڦر نه وڪرو ڪيائين ۽ نه کُنائين بلڪ پالي وڏو ڪيائين تان جو وري ٻي سال جي قربانيءَ ۾ کهي ته قرباني نه ٿيندي. جيڪڏهن کُهي به وڌو ته اهو گوشت صدقو ڪري ڇڏي، ۽ کهڻ جي ڪري جيڪا قيمت ۾ گهٽتائي ٿي اهو حساب ڪري اوترا پئسا به صدقو ڪري ۽ قرباني ٻي ڪري.

13 هڪ شخص ٻئي ماڻهوءَ جي ٻڪري ان جي اجازت کانسواءِ قرباني لاءِ کُهي ڇڏي ته ان جون ٻه صورتون آهن. يا مالڪ جي طرفان اضحيه ڪئي اٿس يا پنهنجي طرفان جيڪڏهن اها قرباني ڪئي به مالڪ جي طرفان اٿس ته ان

---

(1) عالمگيري ص 294ج 5

(2) هدايه – الدراية حاشيه هدايه صه 450 جزء 4 جلد 2

صورت ۾ مالڪ ان کان پرائي نہ ونندو ۽ جيڪڏهن ان پنهنجي طرفان قرباني ڪئي آهي ۽ ڪُنل جانور جي گوشت ونڻ تي مالڪ راضي آهي تہ اها قرباني مالڪ جي تي ويندي ۽ ڪُهندڙ جي نيت ڪي ڪو اعتبار ناهي ۽ جيڪڏهن مالڪ ان تي راضي ناهي بلڪ اهو ڪُنل جانور جي قيمت پرائي تو وٺي تہ مالڪ جي قرباني نہ ٿيندي ڪُهندڙ جي قرباني ٿيندي. جو پري ڏيڻ سان ان جو مالڪ تي ويو.

14. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ وٽ ٻئي ماڻهوءَ جون پنج ٻڪريون بيٺل آهن ۽ قرباني لاءِ ڪا بہ مقرر ڪيل ناهي تہ جنهن وٽ پنج آهن اهو انهن مان مالڪ جي طرفان اضحيہ ان جي اجازت کانسواءِ نہ تو ڪري سگهي پلي ڪٺي مالڪ چيو هجي تہ مان انهن مان هڪڙي قرباني ڪندس ۽ اها مقرر نہ ڪئي هيائين، ۽ جنهن وٽ اهي ٻڪريون آهن اهو اجازت کانسواءِ مالڪ جي اضحيہ ڪندو تہ ناجائز آهي ۽ ڪُهڻ کان پوءِ جيڪڏهن مالڪ ان ۾ اضحيہ جي نيت ڪندو تہ بہ جائز نہ ٿيندي. ان جي پوءِ واري نيت ڪنهن ڪم جي ناهي.(1)

15. هڪ ماڻهوءَ وٽ ڪنهن جي ٻڪري امانت طور بيٺل هئي ان اها قربانيءَ ۾ ڪُٺي تہ اها قرباني جائز ناهي پلي مالڪ اها پرائي وٺي ۽ مالڪ جي طرفان بہ اها قربانيءَ ۾ شمار نہ ٿيندي.

16. ٻن ماڻهن جو هڪ جانور ۾ حصو آهي تہ ان جي بہ [illegible]باني نہ ٿيندي ڇو تہ هڪ جو حصو ٻئي جي لاءِ امانت آهي ۽ جيڪڏهن ٻن جانورن ۾ ٻن ڄڻن جا حصا آهن ٻئي برابر جا پائيوار آهن ۽ هر هڪ هڪ جانور اضحيہ ڪيو تہ ٻنهي جي قرباني جائز تي ويندي.

---

(1) ردالمحتار صہ774 جلد1

17. هڪ شخص جي بارن ٻچن جو تعداد نوَ (9) آهي. ڏهون پاڻ آهي. ۽ ان پاڻ سان گڏ انهن نوَن جي به اضحيه ڪرڻ جي ارادي سان ڏهه ٻڪريون خريد ڪيون نيت نه ڪيائين ته هي ٻڪري فلاڻي جي طرفان ۽ هيءَ فلاڻي جي طرفان ته اها قرباني سڀني جي طرفان جائز آهي. سڀني جي قرباني ٿي ويندي.

18. هڪ شخص ٻئي کي ٻڪري بخشش ڪري ڏني ۽ ان اِها قربانيءَ جي لاءِ ڪُٺي ان کان پوءِ اهو بخشش ڪري ڏيندڙ واپس وٺڻ ٿو گهري ته واپس وٺي سگهي ٿو. (يعني ڪُٺل) پر جنهن کي بخشش ڪري ڏني هيائين ان جي اضحيه صحيح ٿي وئي ۽ ان جي ذمي ڪو صدقو ڪرڻ به واجب ناهي.

19. هڪ شخص ٻئي کي پنهنجو قربانيءَ جو جانور ڪهڻ جي لاءِ چيو ڪُهڻ کان پوءِ ان ٻڌايو ته مون قصداً بسم الله نه پڙهي هئي ته ان کي ان جانور جي قيمت پري ڏيڻي پوندي پوءِ جيڪڏهن قربانيءَ جو اجان وقت آهي ته مالڪ قرباني ڪندو ۽ ان مان پاڻ نه کائيندو ۽ جيڪڏهن وقت ناهي ته اها قيمت صدقو ڪري ڇڏيندو.

20. ٽن شخصن قربانيءَ جي لاءِ ٽي ٻڪريون خريد ڪيون ۽ اهي ٽئي ٻڪريون پاڻ ۾ اهڙيون ملي ويون جو خبر نه ٿي پوي ته ڪنهن ڪهڙي ورتي هئي ان صورت ۾ هيئن ڪرڻ گهرجي جو هر شخص ٻئي کي پنهنجي قرباني ڪهڻ جو وڪيل ڪري ته سڀني جون قربانيون ٿي وينديون. پوءِ جيڪڏهن هر ڪنهن پنهنجي ورتل ٻڪري ڪُٺي ته به جائز آهي. جيڪڏهن ٻئي ڪنهن جي ڪُٺي ته به جائز آهي. جو هي ان جو وڪيل آهي.(1)

---

(1) عالمگيري ص 23، جلد1

21. جيڪڏهن قربانيءَ جي جانور کي کھڻ جي لاءِ ٻئي کي چيائين ۽ کُھڻ وقت ڇُري پاڻ بہ هٿ ۾ رکيائين ۽ ٻنهي گڏجي ڪُنو تہ ٻنهي کي بسم الله الله اکبر چوڻ ضروري آهي جيڪڏهن هڪ بہ قصداً بسم الله الله اکبر نہ پڙهيو ان ارادي سان تہ ٻئي پڙهيو هوندو يا هون ئي نہ پڙهيائين تہ ٻنهي صورتن ۾ ڪنل جانور حلال نہ رهندو.

22. جيڪڏهن قربانيءَ جي لاءِ ڳئون خريد ڪيائين پوءِ ان ۾ ٻيا ڇهہ شخص شريڪ ڪيائين تہ قرباني تہ سڀني جي جائز ٿي ويندي، پر مڪروه آهي. پر جيڪڏهن خريد ڪرڻ وقت ئي ان جو ارادو هو تہ ڇهہ شخص ٻيا بہ ڀائيوار ڪندس تہ پوءِ مڪروه ناهي پر جيڪڏهن خريد ڪرڻ کان پهريائين ئي ڀائيوار ڪيا وڃن تہ سڀ کان ڀلو آهي ۽ جيڪڏهن ڪو شخص نصاب جومالڪ ناهي پر ان تي هڪ ڳئون جي قرباني ڪرڻ واجب ٿي وئي هاڻي اهو ٻئي کي ڀائيوار نہ ٿو ڪري سگهي.

23. ڪنهن شخص قرباني جي لاءِ ٻڪري خريد ڪئي. کُهڻ کان پوءِ خبر پئي تہ ان ۾ عيب هو پر عيب اهڙو نہ هو جنهن جي قرباني ڪري نہ سگهجي تہ قرباني ڪندڙ کي اختيار آهي تہ ان جي ڪري جيڪا قيمت ۾ گهٽتائي ٿئي وڪڻندڙ کان اها پرائي وٺي ۽ ان جو صدقو ڪرڻ واجب ناهي ۽ جيڪڏهن وڪڻڻ وارو چوي تہ: اها ڪنل بہ مون کي واپس ڏي ۽ مان پئسا واپس ٿو ڪيان تہ خريدار انهن پئسن مان گهٽ ٿيندڙ قيمت جيترا پاڻ وٽ رکي باقي صدقو ڪري ڇڏي.

24. جيڪڏهن ڪنهن کان قربانيءَ جي لاءِ ڪنل ٻڪري ڪير غصب ڪري کسي ويو تہ اهو غصب ڪندڙ کان پرائي سگهي ٿو. پر اهي پرايل پئسا صدقو ڪرڻ ضروري آهن ڇو تہ اهي ان جي قربانيءَ جو معاوضو آهن.

25. جنهن وٽ قرباني وارو نصاب آهي ۽ ان قربانيءَ جي باس باسي تہ ان تي بہ قربانيون ڪرڻ واجب آهن. هڪ باس باسڻ جي ڪري ہي نصاب جي مالڪ هجڻ جي ڪري.

26. جيڪڏهن ڪنهن هڪ ڪان وڌيڪ قربانيون ڪيون تہ سڀ جائز آهن هڪ سان واجب ادا ٿيوباقي نفل آهن ۽ جيڪڏهن هڪ ڏڳي پوري قرباني ڪيائين تہ ان پوريءَ سان واجب ادا ٿيندو. ائين ناهي تہ هڪ حصو واجب ۽ باقي ڇهہ حصا نفل ڳڻيا ويندا.(1)

**مسئلو:** بعضي ماڻهو چوندا آهن تہ جنهن جو عقيقو ٿيل ناهي ان جي قرباني بہ جائز ناهي اهو چوڻ غلط آهي ان جي قرباني ڪرڻ جائز آهي. (2)

## قرباني ڪرڻ جو طريقو:

قربانيءَ جي مسائل بيان ڪرڻ ڪان پوءِ عوام جي آسانيءَ لاءِ ان جو طريقو بہ لکيو وڃي ٿو.

سمجهڻ گهرجي تہ: قربانيءَ جو جانور مذڪوره شرائط جي مطابق هجي عيبن ڪان خالي هجي پلو، ٿلهو، سهڻو هجي خريد ڪرڻ ڪان پوءِ ان تي گاهہ ۽ پاڻي جام ڏجي ۽ هڪ جي روبرو ٻئي جانور کي نہ ڪهجي ۽ ڪُهڻ وارو ڪات يا ڇُري تکي ڪجي جانور کي ليٽائي ان جو منهن قبلي ڏانهن ڪجي ۽ ڪهندڙ پنهنجو سڄو پير ان جي پاسي تي رکي ان کي جلد ڪهي وٺي. ڪُهڻ ڪان پهريان هيءَ دعا پڙهجي

"اِنِّيْ وَجَّهتُ وَجهِيَ لِلَّذِي فَطَرَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرضَ وَمَا اَنَا مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ اِنَّ صَلَاتِي وَنُسُكِي وَمَحْيَايَ وَمَمَاتِي لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ. لَا شَرِيْكَ لَهٗ وَبِذٰلِكَ اُمِرْتُ وَ اَنَا مِنَ الْمُسْلِمِيْنَ. اَللّٰهُمَّ لَكَ وَ مِنْكَ بِسْمِ اللّٰهِ اَللّٰهُ اَكْبَرُ" ان ڪان پوءِ جانور کي ڪهي جيڪڏهن

قرباني پنهنجي طرفان ٿو ڪري ته ڪهڻ ڪان پوءِ هي دعا جا الفاظ پڙهي "اَللّٰهُمَّ تَقَبَّلْ مِنِّي كَمَا تَقَبَّلْتَ مِنْ خَلِيْلِكَ اِبْرَاهِيْمَ (عليه السلام) وَحَبِيْبِكَ مُحَمَّدٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَ آلِهٖ وَسَلَّمَ". اهڙي نموني کهي جو چارئي رڳون ڪٽجي وڃن نه ته به ٽي رڳون ته ڪٽجن. چئن ڪان وڌيڪ نه ڪٽجن جو ڇري نرگهٽ تائين وهي وڃي ڇو ته ان ۾ هرو ڀرو تڪليف ڏيڻ آهي. پوءِ جيستائين جانور جو جسم ٿڌو نه ٿئي يعني مڪمل ساه نه نڪري تيستائين ان جي نه کل لاهجي ۽ نه ان کي وڍجي ٽُڪجي ۽ جيڪڏهن ڪنهن ٻئي جي طرفان ڪهي ٿو ته ڪهڻ ڪان بعد مذڪوره دعا ۾"مني" جي جاءِ تي ان جو نالو وٺي. جيڪڏهن اهو گڏيل حصن وارو جانور آهي ته ان جو گوشت تور ڪري پورا حصا ورهائيندا اٽڪل يا اندازي سان نه ورهائيندا ۽ هرڪو پنهنجي حصي کي وري ٽي حصا ڪندو.

1. هڪ حصو غريبن کي، 2. ٻيو حصو دوستن مائٽن ۽ مٽن کي، 3. ٽيون حصو پنهنجي گهر لاءِ رکي. ۽ ان مان پاڻ به کجهه کائي ۽ جيڪڏهن اهل ۽ عيال گهڻو آهي ته ٽئين حصي کان وڌيڪ بلڪ سمورو گوشت به گهر ۾ رکي سگهي ٿو. قرباني جي کل پنهنجي ڪم ۾ آڻي سگهي ٿو ۽ ڪنهن نيڪي جي ڪم ۾ ڏي ته به جائز آهي. مثلاً مسجد يا مدرسي ۾ يا ڪنهن غريب کي. بعضي جاين تي اها کل مسجد جي امامن کي ڏني ويندي آهي. جيڪڏهن امام جي تنخواه، پگهار ۾ نه ڏني وئي بلڪ ان جي مدد لاءِ ان کي ڏني وئي ته حرج ناهي مستحب آهي ته قرباني ڪرڻ وارو اضحیٰ جي عيد واري ڏينهن پاڻ ٻي ڪنهن شيءِ کائڻ جي بجاءِ اول اضحيه جي گوشت مان کائي.

**سوال:** حديث پاڪ جي حوالي سان اڳ ۾ لکي آيا آهيون ته

حضور ﷺ جن امت جي طرفان اضحيه ڪرڻ فرمائي ته اها هڪ اضحيه سيني جي طرفان ڪيئن ٿيندي؟

**جواب:** سيني جي طرفان هڪ اضحيه جو هجڻ حضور ﷺ جي خصائص مان آهي. جيئن پاڻ ڪيترين بين ڳالهين ۾ خصوصيت رکن ٿا تيئن هي به سندن خصوصيت آهي.

**فائدو:** جيئن حضور ﷺ جن امت لاءِ قرباني ڪرڻ جي عنايت ڪئي تيئن امت کي به سندن طرفان قرباني ڪرڻ گهرجي، جيئن اڳ ۾ لکي آيا آهيون ته حضرت علي ڪرم الله وجهه سندن وصيت تي عمل ڪندي سندن طرفان اضحيه ڪرڻ فرمائي هئي.



## راهه جا رفيق

| نمبر | نالو | مصنف | ڇپيل |
|---|---|---|---|
| 1 | قرآن ڪريم | مالڪ ملڪ جو ڪلام | |
| 2 | تفسير مظهري | علامه ثناء الله پاني پتي | فائن پريس جامع مسجد دهلي |
| 3 | تفسير نورالعرفان | مفتي احمد يار نعيمي | نعيميه ڪتب خانه گجرات |
| 4 | من حكم الشريعة واسرارها | شيخ حامد، محمد عبادي | مطابع الصفا، مكه مكرمه |
| 5 | الترغيب و الترهيب للاصبهاني | علامه اسماعيل اصبهاني | مطبوعه بيروت |
| 6 | اتحاف السادة المتقين | علامه زبيدي | دار الفكر بيروت |
| 7 | اعلاء السنن | ظفر احمد عثماني | ادارة القرآن ڪراچي |
| 8 | عمدة الرعاية | علامه عبدالحي لکنوي | مڪتبه امداديه ملتان |
| 9 | الفقه الحنفي وادلته | شيخ احمد صاغرجي | دار الكلم الطيب- دمشق |
| 10 | مسند امام اعظم | حضرت امام ابو حنيفه نعمان بن ثابت | اصح المطابع ڪراچي |
| 11 | مشڪواة شريف | | سعيد- ايچ- ايم ڪراچي |
| 12 | الترغيب والترهيب للمنذريؒ | عبدالعظيم بن عبدالقوي المنذري | احياء التراث العربي- بيروت |
| 13 | درمختار | علامه حصڪفي حنفي | |
| 14 | ردالمحتار | علامه ابن عابدين شامي | قديم ڇاپو مڪتبه اعزازيه ديوبند |
| 15 | فتاوىٰ عالمگيريه | علامه نظام وجماعة من العلماء | داراحياء التراث العربي |
| 16 | [illegible] خيريه قديم ڇاپو | خير الدين حنفي | مطبعة الكبرىٰ الاميريه مصر |
| 17 | بهار شريعت | علامه امجد علي صاحب | [illegible] |
| 18 | المبسوط سرخسي | شمس الدين سرخسي | دارالمعرفة بيروت |
| 19 | هدايه | علامه مرغيناني | قرآن محل ڪراچي |

## مصنف جا ڇپيل ڪتاب

- تفسير احسن البيان مڪمل 9 جلد
- الاربعين في فضائل الخلفاءِ الراشدين
- جامِ تصوف
- سيرت بادشاهِ بغدادي
- التحفة المرضية شرح القصيده الغوثيہ
- ترجمه مدح نامه سنڌ
- سيرت فاروق اعظم
- سيرت حيدرِ ڪرار
- سيرت اويس قرني
- ماڻڪ موتي لال
- التحرير المقبول اخبار اولادِ الرسول ﷺ
- فضائل مسواڪ
- نماز جي اهميت
- شاهہ جا چونڊ شعر ۽ سنڌن مختصر سوانح حيات
- ترجمہ النفحات الباهرة (فارسي)
- دلائل ختم نبوة
- مفتاح السرور في تحقيق مسئلة النور
- مجموعة الاشعار
- ثبوة ختم النبوة من القرآن والسنة
- مناقب الصالحين
- احسن التشريح لبردة المديح
- الدولة الڪبريٰ شرح اسماءُ الله الحسنيٰ
- تحفة الحجاج
- الله جو احسان شرح قصيده نعمان
- احسن التحقيق في سيرت الصديق
- سيرت عثمان غني
- قادري تحفه
- مومنن جي ماءُ سيدة عائشه رضي الله عنها
- سيرت الحسنين
- ترجمه رساله نور
- ترجمه الباقيات الصالحات
- سيرت شهيد گرهوڙي عليه الرحمة
- محبوب جون محبوب دعائون
- دلائل نزول المسيح
- ڪرامات امامِ رباني
- جمعہ جا فضائل ۽ مسائل
- عيدين جا فضائل ۽ مسائل